'HALCHAL'
(1979)

Issued by :
SINDHI SABHA
WESTERN RAILWAY, BOMBAY.

ايڪ اونڪار واهگرو جي ڪي فتح

# ويهين صديءَ جي شهيدن کي شرڌانجلي

بهادر بانڪو سورمو سوئي،

ڌرم خاطر سيس ڏئي جو ڏئي.

تاريخ ١٣ اپريل ٧٨ امرتسر جي امر شهيدن،

" ٢٦ سيپٽمبر ٧٨ ڪانپور جي ڪايا پلٽ ڪندڙ شهيدن،

" ٥ نومبر ٧٨ دهليءَ جي دهشت پيدا ڪندڙ شهيدن کي وار وار گرو پنٿ جو پرنام-

"سورهيه آهي سو، جن ڇڏيو آهه مايا ڪايا جو موهه."
ڪايا کي ڪک سمجهي، لکن جو ماهه پاتائون.

گرو گرنٿ صاحب جي شان پر، ڪيول بولڻدڙن جا بوٽ، ليرون، تيزاب جي گولن، تلوارن ۽ نيزن، گولين وغيره جا نيشان، پنهنجي سر تي سهارن ڪري، آهوتيون ڏئي بند ڪيائون. ڪونڌر ڪسجي ويا پر گرو پنٿ جو مان مٽي ڪري ويا. شهادت جو پيالو، ڌرم جي اٽڪ ۽ شان بلند رکڻ خاطر، مشڪندي پيئندا ويا! پيئندا ويا!!

**سري امرتسر شهيدي ساڪا**

ائڪشن ڪاميٽي - الهاسنگر

غزل

# ڇا ڪريان ؟

دل ۾ نہ دل جو درد سمائي تہ ڇا ڪريان ؟
۽ جي زبان ئي نہ ٻڌائي تہ ڇا ڪريان ؟

١- ڏيئي پتنگ ڏيئي کي هوا کان بچايان مان،
جي ڏيئو پتنگ کي جلائي تہ ڇا ڪريان ؟

٢- ڳوڙهن سان دل جي باھ وسائي ڇڏيان مگر،
هيءَ باھ جي ڳوڙها ئي سڪائي تہ ڇا ڪريان ؟

٣- هن کي ٻڌائي هلڪو ڪريان مان تہ پنهنجو غم،
هو پنهنجو غم اچي جي ٻڌائي تہ ڇا ڪريان ؟

ڪرشن راهي *

نظم

## اسان ........

هجون هن پار يا هن پار
نه ڇڏيون توهن جهان بيڪار
ڪري قسمت ڪي وس پنهنجي
بڻايون ملڪ سڄو گلزار

رکون جي هڪ ٻئي سان هت پيار
نه ايندي هڪ ٻئي مان هيڪار
اسان جي محبت زنده آباد
ڪريون ٿا الفت جو اقرار

اسان ڇا ڄاڻون نفرت مان
ڪريون ٿا محبت سڀني سان
نڪي ڪا ساڙ رکون دل ۾
ٺڳايون ڪين ڪڏهن ڪنهن سان

ستايل دنيا ۾ هرڪو
عجب آ دنيا جو چرخو
اڙي انسان! هليو ويندين
چڱو ڪم دنيا ۾ ڪر ڪو.

* هوندراج بلواڻي

# هلچل

سنڌي ٻوليءَ کي ٻچائڻ جو ڏنو آواز آ،
قوم سنڌيءَ کي اي هلچل توتي سدائين ناز آ!!

( ١ )

وهنڌڙن رهلوي سنڌي سڀا جي تو ۾ هردم جان آ،
هر سال نڪرڻ ٿي نولهي لان ۾ سڀ جو شان آ،
ڪشتي لهرن ۾ لڏي چاهي ڏکو طوفان آ،
ساهيتڪ، ميدان ۾ وڌ، سڀ کان تنهنجو مان آ،
تون سدا جوڀن ۾ آهين ان جو کهڙو راز آ،
قوم سنڌيءَ کي اي هلچل توتي سدائين ناز آ!!

( ٢ )

شال تنهنجي روشني سنڌيت جو جام ڏي،
سنڌي ٻوليءَ سان لڳي دل اهڙو سڀ کي نام ڏي،
قائم رکون مٺڙي ٻولي هو سنڌي انجام ڏي،
مست ٿي جهومون سدائين اهڙو تون پيغام ڏي،
ادبي دنيا ۾ اي هلچل نالو تنهنجو شهباز آ،
قوم سنڌيءَ کي اي هلچل توتي سدائين ناز آ!!

* از قلم: گيان اجواڻي

هو. ڪير پڇندو هو ته مٿن واپارو ڪري جواب ڏيندو هوس ته جنگ ۾ ويو هوس ۽ زري گهٽ شهيد ٿيڻ کان بچي ويس. هرڪو منهنجي اهڙي حالت ڏسي اعتبار ڪندو هو ۽ همدردي ڏيکاريندو هو. هڪ ڏينهن پيءُ پنهنجيءَ سڏ ڪري چيو "لعل اڄ گيارس آهي ڪين رکي ته؟" گيارس!! نالو ٻڌي زري گهٽ هارٽ فيل ٿيڻ لڳس ۽ هارايل سپاهيءَ وانگر ڪنڌ جهڪي ويو. ڪڏهين ته خيال ڪندو آهيان ته مان پڻ مان شايد هاسپيٽل جي بدران هوٽل ۾ ته نه ڄائو هوس؟

پيارا پاٺڪو هينئر گيارس لفظ کان ائين ڊڄندو آهيان جيئن ڍڳو ڳاڙهي اگڙيءَ کان!



## سڀ کان وڏي ڪمزوري

ٻين جو نقل ڪندي اسان پنهنجو سڀڪجهه وساري ويهون ٿا اها ئي اسانجي سڀ کان وڏي ڪمزوري آهي.

* حشو پارواڻي

.... .... ....

## — دوستي —

دوستي فقط دوستيءَ خاطر ڪجو. ڇاڪاڻ ته جيڪا دوستي مطلب لاءِ ڪئي ٿي وڃي سا دوستي نه آهي، پر هڪ جار آهي جنهن ۾ ٻئي ڦاسي وڃن ٿا.

ھينئر کين خبر پيئي ته ھتي گهر جو ڪڪڙ ماري وڌو
اٿائون. جان ڪٿي روشني ۽ نُسن نه ڦلڪو لڳي ٿي لــي
سڙي رهيو آهي ۽ ڦلڪي جــي شڪل پاڪستان جي
نقشي کان گهٽ نه هئي. حالتن مان سڀ سمجهي ويا ته
ڪهڙي ماجرا آهي! پيٽ ڪوشي ۽ دک مــان چيو "لعل
مولڪي معاف ڪج اونـدھه ۾ اڻ ڄاڻائيءَ ڪـان زور
سان ڪڙيءَ وارو سنڊبل ھيم ڪيئن ڌڪ گهٽو ته نه لڳئه؟"
کيس چاچوان نه مهنجو پورو چاڙ حلوو پٽجي ويو پر مـون
مهن ڪي ڌڪ لاهيندي چيو، تـه خاص ڌڪ ڪين لڳو
آهي صرف اکيان ٻـه ڏنـد پگا آهن ۽ باقي ٣٠ (ٽيهه)
ڏند سلامت آهن. امڙ ڳڙانڙي پانيندي چيو "پٽ صدقي
وڃان اونده ته سونٽي زور سان لڳاءِ ڪئي ڌڪ گهٽو
ته نه لڳئه؟" ڪهڙي مهن ۾ ڌوڙ پائيان؟ پر ناناڻي رکندي چيو
ته خاص ڌڪ ڪونه لڳو آهي صرف ڪرنگي جو ڪچومر
ٿي ويو آهي ۽ مهنجو ڪن ڊيزل تيل (Diesel Oil) سان مالش
ڪرائڻي پوندي. ڊاڪٽر ڪـي گهرايو ويو جنهن ملم پٽي
ڪئي ۽ ھتي اڌ بـدن پٽين سان ٻڌي ڇڏيو ۽ اُنهن تي
لڳس جڻ تازو جنگ جي ميدان مان ڦٽجي آيــو آهيان.
سڀ چئي رهيا هئا ٽوڪي ته اسان گهٽو جهليو ته اپواس
نه رکـ. ڪنڌ شرم کان ٽيهن ڪعواز والگر جهڪي ويو ۽
شرم کان گهر کان ٻـاهر ٿي نه نڪران. تـازو هندوستان
پاڪستان جـــي جنگ لڳي هئي ٻهالو سنو ۽ واڄي ميله

پٺ ڏني ڪونگهڙا هڻي رهيا ۽ مان ٻڪ ڪان ڪٺ تي ڪلابازيون ڏيئي رهيو هوس. اوندهه ۾ ڇورن وانگر اُٿي رنڌڻي ۾ داخل ٿيس تہ—. من ڪجهه بچيل سچيل جُڙي هجي تہ کاوان. ڏٺم تہ مون کان اڳ ۾ ئي ماسي ٻلي ٿاننِ چٽي چُڪي هئي ۽ مونکي مياءُ ڪري چِڙائي هلي وئي. چوندا آهن تہ ٻڪ ۾ ٻڪر ۽ مئا. هٿي ٻڪر تہ ڇڏيو پر ڪلون ٻہ نہ لڌيون. لاچار رکيا لوڻ مرچ جا ڦلڪا پچائڻ چاهيا. اوندهه ۾ اٽو ڳوهي اٽو ٻاريم. ٻتي ٻارڻ معنيٰ پاڻ کي ٻوهي ۾ وجهڻ. هي ڇا! اٽو شايد گهٽي پاڻيءَ سبب رابڙو ٿي پيو. جيئن تيئن ڪري ڦلڪو وٺي ڪٺي تئي تي سٽيم. نامراد ڦلڪو تئي کي اهڙو چنبڙي پيو جڻ سالن جا وڇڙيل ڀاءُ پاڻ ۾ گڏيا هئا. رکو ڦلڪو نيڪ نہ لڳو لٽ ڪري لٿي تان کڻي جي ڏنگڙي ڳولهڻ لڳس. اونده ۾ هٿوراڙيون هڻڻ لڳس. نا! اوچتو مغز مٿان لوهه جو حمامدستو اچي ڪريو وٽر جو ليڪ ڇهڪ ۾ هوس. نڪڻ ۾ اصل نٿ پال جيڏو ڳوڙهو ٿي پيو. اکين اڳيان اونده اچي وئي. رب راسلا ڪري وهڻ لڳو. رڙ تي گهر جا ڀاتي ڇور ڇور ڪري اُٿيا، اونده ۾ ڪنهن کي ڏندو، ڪنهن کي واڻ، ڪنهن کي پادر، سونٽي هٿ لڳي هڻي سٽي ڏنئو ٻٽائي وڌائون، اوچتو ڪنهن ٻتي ٻاري ۽ مونکي هن ٻري حالت ۾ ڏسي سڀني جا ڏند ئي شڪجي ويا ۽ حيران ٿي ويا

آندو ته، پهرين شيلوءَ رڙ ڪندي چيو "لعل اچ "نوجل
گيارس" آهي ۽ ٻاٽي به نه پيٽيو آهي." ڀا ڀڳوان هيءَ
نوجل گيارس آهي يا نرگهت گيارس؟ ڪکو وکو ٿي وئس
۽ ٻڙ وڪندي چيو "اڄ ٿوروني لڳي آهي. صرف ٻاٽيءَ
سان ٻخار جي گوري (Tablet) وٺي رهيو آهيان." "نه نه
ٻاٽي پيٽڻ سان پاپ پوندو." پهرين سر جو جواب ٻئي ٻسان
ڏيندي چيو. دل ئي دل ۾ سٺين ناراڻ سواميءَ کي
ٻاڏائيندي چيو هي سوامي هن دفعي پنهنجي پياري
ڀڳت جي پت رکج. آئينده مون ته ڇا منهنجي ٻولن اـ
اُپواس رکڻ کان توبهه ڪئي. ڀڳوان پنهنجي ڀڳت کي
ڪيئن ڪين ڪري مارڻ ٿي چاهيو اها خبر ٻوءِ پئي.
اُن ڏينهن ۾ خوب سيرا ماليڙا ۽ طرح طرح جا طعام تيار
ڪياءون ۽ انهن کي کائيندو ڏسي پيٽ ۾ ولوڙا پوڻ لڳا.
پنهنجي ڪئي جو نه ولاج نه طبيب. ماٺهو پنهنجي پيرن
تي ڪهاڙي هڻندا آهن پر مون ته پنهنجو پير ڪهاڙي
تي رکيو هيو. رات جو ٻڪ ۾ ننڊ ئــي نه اچي. پاسا
ورلائڻ لڳس. هونءَ ته، ننڊ ڪرڻ ۾ ڪنڀڪرڻ جو
ڪاڪو هوس اصل ٻئي پيئي ننڊ ڪندو هوس. اڄ ته
ننڊرا ديوي به ناراض هئي. مصيبت اهڙي آهي ته،
ٻارن سميت ٻر هتي ته پوٽن پوٽين سان آئي هئي. اڌ
رات ڌاري ٻک ۾ پيٽ جا عضوا پاڻ ۾ ڪشتي وڙهڻ لڳا.
وڏڪ سهڻ ڏکيو هو. گهر جا ڀاتي ته خوب طعامن سان

گهر جا ڀاتي ٻڪندا آهيا ۽ ٻتي ٻاري ڏٺائون ۽ مونکي ڏرلي ماڻهن سان نڪ رڱيندو ڏسي وائـــڙا ٿي ويا. سڄو روم ڪڪڙ جي ونڀن سان ڀريل هو. ٻاهران روعب رکي ڇم فڪر نـــه ڪولو ڏڪ خاص ڪين لڳو آهي. صرف کٽ تـــان هيٺ ڪريو آهيان ڪو جهل نـــه ڪوله هو. ڪلياڻ ڪئمپ ۾ ٻنهن جو مهن ڪارو آهي. تڏ به اُن ڏينهن ڪا گهر ڪان وسي آئي هئي جنهن ڏينهن مونکي آسر جو سنان ڪرڻو هو. ڪپڙا لاهي انگوڇو ٻڌي سنان جي تياريءَ ۾ لڳي ويس. گيتا جو پاٺ نـــه ڪين ايندو هو سو قلمي گيت گنگنائڻ لڳس. خيال ڪيم نـــه لوٽو لوٽو ڪري پاڻي وجهڻ سان ٿڌ گهٽي لڳندي چونه هڪ وقت ٿي پاڻيءَ جي ٻالٽي مٿان پرنيان ۽ "جهانڪو سدان" ڪريان. اوندهه ۾ جيئن ٿي ٻالٽي مٿان پرنيم ليئن غضب ٿي ويو! اَمڙ ڪا ليپي ڏيـــڻ لاءِ ڇيڪي مٽي ۽ ڇيٽو پسائي رکيو پيل ۾ اونده ۾ اهو ڪٽي مٿان وڌم. نـــامراد ڇيڪي مٽي اُئين چمڙي پيئي هئي جـــڻ ڪ جٽر. واڪ واڪاڻ شروع ٿـــي ويئي اچـــي گهر وارن مٿان مڻيس ٻتي ٻاري ڏٺـــائون ته مان ڀوُت وانگر مٽيءَ سان ڀريل هوس. اَمڙ کـــي ڪهڙي خبر ته گهر کي ليپي ڏيڻ جي بدران مونکي ليپو پوندو. ڇيڪي مٽي لهي ٿي نه. آخر فرشن ڌوئڻ واري تيز برش سان مهٽڻ ۽ اَتـــن ڌهن ڏولـــن پاڻي وجهڻ سان مسي وڃي ڇيڪيءَ مٽيءَ

کي ملو ڪڪڙ هو جو صبوح جو پوري پرڀات جي بانگ ڏيندو هو.

اهڙن وقتن ۾ منهنجو دماغ شريف گڏه جي رفتار کان گهٽ ڪم نه ڪندو آهي پس ڏسو ته خوشيءَ ۾ نه پيو ماپان. انهن پيو سمجهان ته ڪشمير جو معاملو حل ڪري ڇڏيو اٿم. پاڙي واري دوست کان هڪ ڏينهن اڌارو ڪڪڙ ورتي آئس. ڏاڍي پيار سان ڪڪڙ مٿان هٿڙا گهمائي، ڪارائي پياري ڪمٽ هيٺان رکيم. اگر ڪڪڙپال بي وفائي ڪئي ته ملو ڪڪڙ ضرور بانگ ڏيئي اٿاريندو. اوچتو رات جو ڪڪڙ جي بانگ جو آواز ٻڌي اٿي ڪڙو ٽپس. ڪٽي جو پٽي پاري ڏسان ته رات جا پورا ٻه لڳا آهن. غصي ۾ پلب پرائشر چڙهي ويو. ڪڪڙ شايد بند روم ۾ اونده ڏسي ڀل ۾ سوير ٿي بانگ ڏني. ڪٽمدائي پابي جو ٽڙ ٽيا ڪري ڪڪڙ کي وسڪارا ڪرايم. ملو ڪڪڙ نه مار کائي وڃي ڪمٽ هيٺان لڪو ۽ ٽڙ ٻه اڌ ٿي پيو. پوءِ ۾ باهر رکي ڇڏيم ته صبح جو وڃي ڪٿهن بار مٿان مار پوندي ته ٽڙ ڪٿهن پڳو؟ چادر تاڻي سمهي رهيس. مولڪي ڪهڙي خبر ته پاماراد ڪهڙپال منهنجي سمهڻ سان گڏ پاڙ ۾ سمهي پوندو؟ اوٿي کان ننڊ ٿي نه اچي. جيئن اونده ۾ نوڙي ڪهڙپال ٽپيل ڏسان ڪٽڻ لڳس ته ٽڙام وڃي ڏو هيٺ ڪرلس. ٽڪ ٻه واهه جو ڪسري لڳو هٽي پاسا ٿي پئي ڇڏيائين. ٽڏڪي ڪي

پيٽ ۾ ڪاٺو بچائي رکڻ چاهيم ته جئن اُپواس واري ڏينهن ٻک نه لڳي. نتيجو اهو نڪتو جو گهڻي کائڻ سبب بدهاضمو ٿي پيو ۽ پيٽ آڦرجي پيو. ان پوءِ ته اوڪو ۽ مان اصل ساڻو ٿي پيس. ڳيارس جو ڏينهن اچي سر تي ڪڙڪيو. هوش حواس اُڏامي ويا. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ٻک ڪڍي رهيو هوس. کائڻ ۾ ته ڇٽڀر نمبر اول هوس باقي عيرا جو چوڻو.

گهر ۾ سڀني صلاح ڏني ته اُپواس رکڻ کان اڳ ۾ صبوح سويل سنان ڪريان. سويل سنان جو ٻڌي ڏند ٿي ڪڙڪي ويا. سياري جا ڏينهن هئا. مان جو هفتي ۾ هڪ دفعو سنان لئي هرهال هوس سو ٿڌي پاڻي جو ٻڌي ٻخار وٺي ويو. پاهران روعب رکي چيو "سنان ڪجي ته اُسر جو پڇڻ ٻجي سو ب ٿڌي پاڻيءَ سان ان ۾ من جهي شڌي آهي. منهجا هيءَ عجيب وچن ٻڌي گهر وارن جا ڏند ٿي ڇپن سان لڳي ويا.

گهر ۾ نادري حڪم جاري ٿي ويا ته مونکي سنان لاءِ صبح جو ٥ ٻجي اُٿاريو وڃي. گهر جي پالڻ لئي پورو وشواس ڪونه هو. گهر ۾ ڏاڍي آدم جو گهڙيال رکيل هو ناءراد ڏهن جي بدران ٻارهن پيو ڏيکاريندو هو. هلندو وري پنهجي مرضيءَ تي هو. گهڙيال کي مانهن پنج منگل جا واسطا وجهي پڇڻ جي گهڻي ناهي ٽيڪل ٿي رکيم. گهڙيال تي ب پورو اعتبار ڪونه هو. پاڙي واري

ڪتا ڪرڻ ۾ مشغول هئا. موقعو ڏسندئي سوُمت جا ڪيسا ميوي سان ڀريا ته، ٻاهر وڃي آرام سان کائيندس. چوندا آهن ته صاحب جي من ۾ هڪڙي ته ميم صاحب جي من ۾ ٻي. اڃان ٻاهر نڪرڻ لي هوس ته، ٻيڻ جي نظر پئجي ويئي. ٻس ڏڙهن سان گهر مٿي ڪيائين ۽ آکيائين "مٺا پاپ پونده جو نياڻين جـو ميوو تو چورائي کائين." ڏڙهون ٻڌي آمڙ سنان جاء مـان اٿ ڪپڙن ڏوڻڻ مـان پڇندي آئي ۽ ڳـالهه ٻڌندي ئي غصي ۾ نڪاء سولٽي چيلهه ڏاري زلپت ڪرائيـائين. خوشقسمتيءَ سان سولٽي چيلهه جي بدران وڃي ڪيسي ۾ لڳي هٿي ميوي جـو ڪچومر ڪري ڇڏيائين ۽ ميوي مـان جوس (Juice) وهڻ لڳي. لوهه ڪرڻ کـان پـوءِ وڃي جند ڇڏيائين ۽ انجام ورتائين ته پراشچت لاءِ ٻئي دفعي ضرور اُپواس رکندس.

هفتو اڳـ ۾ اطلاع مليو ته گيارس اچڻ واري آهي ٻس اطلاع ملندئي هڪڙي ولـي واٿي. هڪڙي تـه محمد تغلق کان به رلمون وڌيڪ هوس هٿي ڪلون لـي نيڙي وڌائين. ٻاهران ٻـم رکي چيم هڪ ڏينهن اُپواس رکڻ معمولي ڳالهه آهي. خطري کـي منهن ڏيڻ لاءِ پورن اپاءَ (Precautions) وٺڻ شروع ڪيائين تياريون ڪري رهيو هوس. ٽي ڏينهن اڳـ ۾ ٽي ڏني کائڻ شروع ڪيم. ٽن واڻن جي بدران چار ويلا کائڻ شروع ڪيم ۽ اٽ والکر

ساهري دابو ڪن. ڀڳوان ته شايد زالن جي پاسي آهي.
ڀڳوان اسان مردن کي ڏاڙهي مڇون ڏيئي وبـــل وهايو
آهي. هٽي اسان جي منهن جــي چمڙي کهري ڪري
ڇڏيائين. صبح جو ڏاڙهيءَ ۾ ڏائو تہ رات جو فصل تيار
اصل جهٽ پٽ ڪلفيءَ واريءَ ڪار! اهو ڪٿان جو
قانون آهي تہ لپسٽڪ ۽ روج صرف ڇوڪريون لڳائين ۽
عطر ڦليل ۽ وارن ۾ گلن جون وينيون ٻڌائن؟ ڏسندا تہ
ٽرين ۾ ليڊيز دٻي (Ladies Compartment) مان هميشہ
ههڪار ۽ خوشبوءِ پيئي هوندي ۽ مرداڻي دٻي (Gents
Compartment) مان ٻکهر جـــي ڌپ پيئي ساڙيندي.
ڇوڪريون ڏسو تہ ڇوڪرو ڪٽ وار (Boy Cut Hair)
۽ سوٽ پائين ٿيون. هو ڏانهن درزين بہ ظلم ڪيو آهي.
ڇوڪرين پـــاءُ ميٽر ڪپڙو ڏينديون لڏهين ٻـــ بلائوز ۽
ڪوٽيون ٺاهي ڏيندا پر شل نہ مرد ٿي ميٽرن کان بہ ٿي
سينٽيميٽر گهٽ ڪپڙو ڏيون تہ سوٽ جي بدران ڪڇو ٺاهي
ڏيندا. پائڙو اڄ کان وٺي روج، لپسٽڪ ۽ پائوڊر لڳايو ۽
وارن ۾ گلاب موگري گلن جا جهڳٽا لڳايو. ڪو سراڻ يا
گيارس هونـــدي تہ ماٺهو ولندا نياڻين ۾ ميوو ۽ پئسا
ورهائيندا. مردن ٻاقي کهڙو ٻلو ماريو آهي؟ مطلب تہ
سڀ پاسي مردن کي ٺوڪي.

گيارس جو ڏينهن هــو. نديءَ پهرين نمبر کي گيارس
جو جام ميوو مليو هو. بس ميوي کائڻ کي آلما ٿي سڀ

۽ ڏسو ته آفيسر ته الا پڪا رهندو ڪماري شرما، ڪماري
ورما ۽ آمان، ڪماري امر، ڪماري ڇاڪسبر، ڪماري
دريندر وغيره وغيره ۽ باقي مڙد ٿيا لال واه جا ڇوڙا ۽
ولن يولڪيون وڄائيندا. شل نه ڪائي بس يا ٽرين ۾
ڇوڪري بيٺل ڏسون ته قربانيءَ لاءِ تيار ٿي ويهنداسين ۽
اٿي جڳهه ڏينداسين. اوهان ڪڏهين ڏٺو آهي ته ڪا
ڇوڪري اٿي ڇوڪري کي جڳهه ڏني؟ هن کان پوءِ
چاهي جڳهه ۾ هجي ته آڇ (Offer) ته ڇڏيو پر پاڻ وڙا
ڦاٽي وهن. جنهن صورت ۾ اڄ جي زماني ۾ ڇوڪريون
مڙدن جهڙا حق طلبين ٿيون ته پوءِ هيءَ ڪنسيشن
(Concession) ڇو؟ شاديءَ کان پوءِ ڇوڪريون پيڪو
گهر ڇڏي ساري عمر ساهري گهر رهن. مان تو پڇان
ڪهڙي مورک مڙد اهو اُلٽو ۽ کهاڻي وارو رواج ڪيو؟
ڇوڪريون ساهرن ۾ اچي پوڙهين تي پون ۽ پرائو گهر
ڏسي پاڻ جيئڻ جي ڏم مچائين. هن ڏڪر جي زماني ۾
اسان مڙدن کي شاديءَ کان پوءِ هميشه لاءِ وڃي ساهري
گهر رهڻ کپي. هڪ ته اِن ۾ آرٿڪ (Ecnomy) جي
لحاظ کان فائدي وارو ٿيندو ۽ زالون گهٽ ٻار ڄڻڻ بند
ڪنديون جو آخر ته پيڪي گهر جو ڪکاءُ ٿيندن. ۽
ان مان وڏو فائدو پوندو ديش کي ٻچن بنا پنهنجي فيملي
پلاننگ!! سرڪار کي هڪدم اهڙو آرڊيننس (Ordinance)
ڪڍڻ کپي ته شادي ڏينهن تي سڀ مڙد ٻپڙ ٻڌي وڃي

مزاحيه ڪهاڻي

# گبارس

ليکڪ: لعل پنجواڻي "مجرم"

چوندا آهن ته ڏوهه کي ڪٽي ڪٽي نه وڃي شڪارن جا ڳهر ڳوليندي. پانڪو مهنجي به اهڙي بري حالت ٿي. ان لاءِ اسين مرد بعدڻي جنس مذڪر جوابدار آهيون. اي مڙدار مڙدو آئو هن ڪتب ڪرڻ واري ننڍ مان، مهاراڻا پرتاب ۽ شيواجي مهراج جي مڇ کي نه لڄايو. صدين کان وٺي اسان زالن جي غلامي ڪندا آيا آهيون، پاسخاطري ۽ ظلم سهندا آيا آهيون. زالن جي زرڙي مشڪ ٿي اسان مردن جــي ڪڪ سڪ ڪڍي ڇڏي، ڪمزور ۽ لاچار بڻجي ٿا وڃون. ڪيترو وقت اسين "مظلوم مرد" "ظالم زالن" جو بعدڻي جنس موافق جـو ظلم و ستم سهنداسين؟ وقت آيو آهي اسين هن بي انصافيءَ لاءِ آواز ڪڍو ڪريون ۽ (Men's Liberty) مردن جــي ڇوٽڪاري جـو لهرڪ هلايون. جنهن ڏانهن نهار زالن جو راڄ. سنيمائن، بسن جي لائنن ۾ اول وجهه زالن کي. ايمپلائيمينٽ ايڪسچينج ۾

# ڪلام

تو ڏسڻ سان دل ڳسي کائي ڇڏيو،
محبت ۾ مست بڻائي ڇڏيو......!

۱- ٿا مونکان پيا هميشه منهن لڪي وسن،
پر نهٺڻ ٿا مونجا روز ٽمن،
ڇڏي آهي سجهائي دل دردن،
جند جان ۽ جگرو جلائي ڇڏيو.... تو....!

۲- ڏيهون راس رهين ٿو ياد سڄڻ،
پند پالي آلڪ، فرياد سڄڻ،
ڪر دانهن جو ڪوئي داد سڄڻ،
تنهنجي رمز ئي رڻ ۾ رلائي ڇڏيو... تو!

۳- تڪا تير نيره جا "رام" لڳا،
جن گهاو اندر ڦهري ڪيا،
جنهن درد ڏنو سو ڏيندو دوا،
مون واڻن درد وڌائي ڇڏيو...... تو!!

* رام پنجواڻي

پيارو سندس محبوب - روحاني رهبر، نرمل پاڪ دادا جشن سڪ مان پاڪي پاتي ٿو ۽ چوي ٿو پيارا "وشن" نام ٿي جنهن جي انبڙي ڪنجي - خوشي اتم جو پيارو دادا جشن ٻيو. سائين ناٿو پياري دادل شاهه وانگر سائين پيار ڏيندو پيو اچي. هن پياري ۾ به سائي پياري دادل شاهه جي شڪتي آهي هي به پيارو پياري دادل شاهه جو نقش قدمن ۾ هلندو پيو اچي. اڄ پياري دادل شاهه جي پوتر ڪمل چرڻن ۾ ۽ پياري جشن دادا جي ڪومل قدمن ۾ سر جهڪائيان ٿو ۽ پياري دادل شاهه جي پوتر سمادي لاءِ سيس نمايان ٿو ته جيئن وهم جي نظر ڪٿي انس ليئن شل هميشه ڪندا رهن.



## ٽهڪن جي ٽجوڙي

ٻچي - (پيءُ کي) بابا اسانجي پاسي واري نئون ريڊيو آندو آهي. توهان به وٺي اچو.

پيءُ: هائو پٽ، خيال نہ ڪر. هڪڙو مهنو ڪن ترس، تنهنجي ماءُ اسپتال مان ريڊيو کڻي ايندي جو سڄو ڏينهن بنا بجليءَ پيو هلندو.

( گوپي ٻانيا )

پيارو دکين کــي ڏيندو ويــو، ڏيندو ويو. بنا پڇــي وارن جي ڏيندو ويــو. کڏهن ڪونه پڇيو. پيارو دادل شاه ٻ ساڳيو روپ هو. سڀ ڪجهه ارپڻ ڪري، ويو دکين جي لاءِ. چوندو هو دکين جــي سيوا آهي، پرڀوءَ جي سيوا! غريب لوڙي شاهوڪار سڀ هڪ ڪري سمجهندو هو. اسڪول - ڪاليج - گيتا مندر - هاسٽل - دکين جي لاءِ پيدارو ڪولي ويو جــو اڄ لاکين بنا ڪومت جي هلندو پيو اچي اهو چــا تو ڏيکاري - پياري ۾ ڪيڏي نــه شڪتي هئي - ڏيکاريندو ڪڏهن بــه ڪونه هو. چوندو هو رهــه راضي هردم پرڀــوءَ جي رضا تي - پيارو دادا درويش هو لوگي هو. نرموهي هو. ڪومل هردي وارو. سهڻي صورت موهڻي مــورت اڄ بــه اسان سان آهي. پيارو دادا ديهه روپ ۾ ڪٿي نــه آهي پر روحاني روپ ۾ هردم حاضر آهي.

پياري دادا جــي اسالڳي ڪتاب تي مهر هئي. اڄ ٢٥ نــومبر پياري دادل جي يــاد پيئي سنائي ١٩٦٥ ۾ جنم دن لــي ڪيرلن ڪري آئيس ته پيارو دادا سڏ ڪري پلش جو هــار ڳلي ۾ وجهي تو ۽ گرانٽيءِ بائي چوي ٿو:-

منا ڏي نام ٿيئيءَ جيون نرمل پــاڪ

بنا نام پيارا جڳ سارو آهيءَ خــاڪ



# نرمل نوري دادا واسواڻي

( وشن سدارنگاڻي )

پيارو ڪير؟ پر هي ڪير؟ هيڻن جو همراهه! روحاني رهبر؟ نرمل نوري؟ دکين جو دلبر ڇا ڇا چئجي - ڪومل سندس هردو هو - دل هميشه پريم ۾ پيل. پريم ۾ لدو لڳل ڪرشن ڀڳوان سان مَنُ لڳل - ميران ٻائي سان دل لڳل پريم جي رنگ ۾ رنڱيل هو - پيارو دادا.

پياري دادا جو جنم ٿيو اُن مهيني ۾ جنهن مهيني ۾ وڏن مهاتمائن جنم ورتو، نومبر جو مهينو درويشن جو، جنهن مهيني ۾ گرونانڪ صاحب جنم ورتو.

پياري دادا جو جنم ٢٥ نومبر ۽ گرونانڪ جو جنم ١٣ نومبر ٻنهي سنتن جي ڀيٽ ڪجي ته ٻنهي مهاتمائن جي رهڻي ڪرڻي ساڳي هئي. ٻئي رشي، ٻئي لوڪي دکين جا داتا هئا.

گرونانڪ ديو کي پيءُ دڪان کولي ڏنو پر هي

سياڻي جڏهن دربار ۾ ويو ته بادشاهه سلامت کي وڃي
چيو ته دنيا ۾ سڀ کان وڏي شيءِ ٻڌي آهي. ٻڌي
غم کائيندي آهي ۽ ڪروڌ پيئندي آهي. ڪروڌ اهو ٿي
پي سگهندو ۽ پنهنجو پاڻ تي ضابطو ٻڌي. اهو ٿي انسان
رکي سگهندو جو ٻڌيمان آهي. بيوقوف ماڻهو ننڍين ننڍين
ڳالهين تي اڙي پوندا آهن ۽ پنهنجو جيون ته برباد ڪندا
آهن پر پاڻ سان گڏ ٻين جو به برباد ڪري ڇڏيندا آهن.
پر ٻڌيمان ڪروڌ پي ويندا آهن.

بيربل جڏهن اهو جواب ٻڌو ته ماشا ٿي ڦري ويس ۽
هاڻي هن کي پڪ ٿي وئي ته ڇوڪرو نه رڳو سمجهو
آهي پر سياڻو پڻ آهي. انهيءَ ڪري سندس دل ۾
ڇوڪري لاءِ عزت ۽ پيار پاڻ اڳي کان وڌي ويو. ٻئي
ڏينهن دربار ۾ وڃي هن اهو جواب اڪبر بادشاهه کي
ٻڌايو.

اڪبر بادشاهه جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. اڪبر
بيربل کي واڌايون ڏيندي چيو ته بيربل تون سچ پچ
وڏو پنڊت ۽ سمجهو آهين. منهنجا سوال ڏاڍا ڏکيا هئا
پر تو سڀني جا جواب ڏئي ڇڏيا.



"پيئندي" ڇا آهي؟ مونکي خبر آهي ته هن سوال جو جواب ڏاڍو ڏکيو آهي انڪري توکي هڪ مهني جي مهلت ڏجي ٿي. سوچ ويچار ڪري مهني پوري ٿيڻ تي جواب ڏي.

بيربل جي مٿان ڄڻ ته آسمان ڪري پيو. هن دل ۾ چيو ته ٻه دفعا ته ڇوڪري منهنجي جان بچائي آهي پر هن دفعي لڳي ٿو جان وڃائڻي ٿي پوندي ڇو جو هيءُ سوال وڌيڪ ڏکيو آهي. هن جو جواب ڇوڪرو به نه ڏئي سگهندو. اهو سوچي بيربل چنتا ۾ پئجي ويو. راڄ دربار ۾ ٻيا به ودوان ۽ پنڊتان هئا بيربل انهن کان پڇيو. ڪنهن چيو ته ٻڌي گيان پيئندي آهي ته ڪنهن چيو تڪليف پيئندي آهي. اهڙيءَ طرح سڀني پنهنجي سمجهه موجب ڪجهه نه ڪجهه چيو پر بيربل کي ڪا به ڳالهه دل سان نه لڳي. آخر مهينو به اچي پورو ٿيڻ تي هو ته بيربل کي ڇوڪري جو خيال آيو. هن ڇوڪري کي گهرائي پڇيو ته پٽ تو مونکي ٻڌايو هو ته سڀ کان وڏي شيءِ دنيا ۾ آهي ٻڌي ۽ ٻڌي غم کائيندي آهي. هاڻي بادشاهه سلامت پڇن ٿا ته ٻڌي پيئندي ڇا آهي؟ سوال ڏاڍو ڏکيو آهي. ڇا تون ٻڌائي سگهندين ته ٻڌي ڇا پيئندي آهي؟

ڇوڪري اهو ٻڌي چيو ته "سائين اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. توهين چنتا نه ڪريو ۽ وڃي آرامي ٿيو.

ٻ جو ٽڪل ڪٿ ٿي سمجهيو ويو آهي؟ اهـا خبر ۽ ڪري کي اـــ پيئي. ڇوڪرو سڀ ڪم ڇڏي ڀڄندو بيربل وٽ آيو ۽ هٿ ٻڌي وينتي ڪيائين ته ”سائين ڇا ڳالهه آهي جو هيئن ليٽيا پيا آهيو؟“ بيربل اداسائيءَ سان چيو ته ٻٽ اڪبر بادشاهه جي ٻهرڻ سوال جـو جواب ڏيئي ٿو مهنجي جان ڇڏائي ورتي پر هيئنر وري اَڪبر بادشاهه ٻيو سوال ڪيو آهي ته ”ٻڌي“ ڪائيندي ڇا آهي؟ مان سمجهان ٿو ته ان جو جواب ٽون به نـــ ڏيئي سگهندين. ڇوڪري ٿوري دير سوچي چيو ته بيربل صاحب هن سوال جو جواب ته ٻهرڻ سوال کان به سولو آهي. بادشاهه سلامت کـــي وڃي چئو ته ٻـــڌي غـــم ڪائيندي آهي.

اهو جواب ٻڌي بيربـل جو چهرو ٻهڪڻ لڳو. هنکي اهو جواب بلڪل ٺيڪ لڳو. ٻئي ڏينهن دربار ۾ ويو ته سندس چهري لـــي خوشيءَ جي جهلڪ نمودار هئي. بادشاهه بيربـل کي ڏسي چيائين ”ڪيئن بيربل مهنجي سوال جو جواب مليو؟“

بيربل هٿ ٻڌي نمرتا سان چيو بادشاهه سلامت سنسار ۾ سڀ کان وڏي شيءِ ”ٻـڌي“ آهي ۽ ”ٻـڌي“ غم ڪائيندي آهي ۽ نه ٻي ڪا شيءِ.

بـادشاهه اَڪبر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين بيربل لـــو بلڪل صحي جواب ڏنو آهي. هاڻي ٻڌاءِ ته ”ٻـــڌي“

بيربل بلڪل خوش هو ۽ آرام جي ننڊ ڪيائين. صبح جو دربار ۾ ويو جتي اڪبر بادشاهه دربار لڳائي ويٺو هو. بيربل کي ڏسندي ئي چيائين- "ها ته بيربل منهنجي سوال جو جواب حاضر آهي يا نه؟ جي آهي ته ٻڌاءِ." بيربل اَدب سان هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته جهان پناهه توهانجي سوال جو جواب آهي "ٻڌي". دنيا ۾ سڀ کان وڏي شيءِ ٻڌي آهي.

اَڪبر بادشاهه جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ڇو جو اهو ساڳيو جواب اَڪبر به پنهنجي دل ۾ سوچي ڇڏيو هو. اَڪبر چيو- "بيربل تون سچ ٿو چوين، دنيا ۾ سڀ کان وڏي شيءِ "ٻڌي" آهي. پر هاڻي اهو به ٻڌاءِ ٻڌي ڪائيندي ڇا آهي؟ هن جواب لاءِ به اوکي هڪ مهني جو وقت ڏيو ٿو وڃي پر ياد رکه ته جي جواب برابر نه هوندو ته تنهنجو خير ڪونهي.

ويچارو بيربل وري مونجهي ويو- سمجهه ۾ ئي نه ٿي آيس ته ٻڌي ڪائيندي ڇا آهي؟ ڪنهن چيس ته ٻڌي بادام ڪائيندي آهي. ڪنهن چيس گيهه ته ڪنهن ملائي. بيربل سڀني جا جواب ٻڌي پنهنجي سمجهه لڙائي ته ڪٿس جواب برابر نه ٿا لڳا. ائين مهني جا اٺيهه ڏينهن گذري ويا. بيربل سمجهي ويو ته سڀاڻي بادشاهه سلامت ڪيس ماري ڇڏيندو سو هڪ پڳل ننڍل ڪٽ آيي سمهي پيو. سڀئي محل جا ماڻهو وانڙا ٿي ويا ته بيربل کي ٿيو

بيربل ڏينهن رات اداس رهڻ لڳو. هن کي سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته آخر اهڙي ڪهڙي شيءِ آهي جا دنيا ۾ سڀ کان وڏي هجي. ڪڏهن بيربل کي چيو ته سڀ کان وڏي نعمت سندرتا آهي. ڪڏهن تندرستيءَ لاءِ چيو ته ڪڏهن اولاد لاءِ. ڪڏهن مال ملڪيت کي مهتو ڏنو ته ڪڏهن چال چلن کي. پر بيربل کي ڪنهن به جواب دل سان نه لڳو آهڙيءَ طرح اٺينهه ڏينهن پورا ٿي ويا پر بيربل اڃان ڪنهن فيصلي تي ڪونه پهتو هو ۽ ڏاڍو اداس ٿي ويو. انتري ۾ اهو ڇوڪرو جو بيربل جي محل ۾ رهندو هو بيربل کي بيحد چنتا ۾ ڏسي پڇڻ لڳو "نه ڳالهه ڇا آهي جو توهان ڏاڍو اداس ٿا نظر اچو؟"

بيربل جواب ڏنس، "اڄ منهنجيءَ زندگيءَ جو آخري ڏينهن آهي. سڀاڻي بادشاهه سلامت مونکي ماري ڇڏيندو."

ڇوڪر سوال ڪيو، "آخر ڇو؟"

بيربل کيس سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي.

ڇوڪرو اهو ٻڌي چپ ٿي ويو. پر پوءِ ٿورو سوچ ويچار ڪري چيائين، "اها نه مشڪل معمولي ڳالهه آهي. سڀاڻي جڏهن توهين دربار ۾ وڃو ته بادشاهه سلامت کي وڃي چئجو ته سڀ کان وڏي شيءِ دنيا ۾ آهي "ٻڌي"."

اهو ٻڌي بيربل سوچ ۾ پئجي ويو ۽ ٿوريءَ دير ۾ سمجهه ۾ آيس ته ڇوڪرو برابر ٿو چئي. هاڻي

جيئن گهڻو وقت هٿ ۾ رهڻ ۽ واٽ به هلندو رهي- هڪ ئي لپ پڳڙا هڪ ئي دفعي واٽ ۾ وجهڻ سان پڳڙا به جلدي ختم ٿي ويندا ۽ کائڻ جو به مزو نه ايندو. پيٽ ته هونءَ به خالي جو خالي رهندو پوءِ ڇو نه آهستي آهستي کائي آنند پائيان. اهو ٻڌي بيربل ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سمجهي ويو ته ڇوڪر ڏاڍو سمجهو ۽ هوشيار آهي- سو ڇوڪري کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو. جيئن ته ڇوڪري کي ڪوبه سنڀالڻ وارو ڪونه هو- سو هو به خوشيءَ سان بيربل وٽ سندس محل ۾ رهي پيو.

جهڙيءَ طرح بيربل حاضر جوابيءَ لاءِ مشهور هو تهڙيءَ طرح اڪبر وري سوالن پڇڻ لاءِ مشهور هو. ڪڏهن ڪڏهن ته هو تمام ڏکيا سوال پڇندو هو. هڪ ڏينهن اڪبر، بيربل کان پڇيو- "بيربل، ٻڌاءِ ته دنيا ۾ سڀ کان وڏي شيءِ ڪهڙي آهي؟"

بيربل سوال ٻڌي حيران ٿي ويو- ٿورو وقت ترسي چيائين، "بادشاهه سلامت، سوال سولو ڪونهي- هن سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ مونکي گهٽ ۾ گهٽ هڪ مهني جي مهلت گهرجي.

بادشاهه اڪبر مهلت ته ڏني پر چيائينس ته جيڪڏهن مهني پوري ٿيڻ تي جواب نه مليو ته تنهنجو سر سلامت نه رهندو. ان ڳالهه جو خيال رکج!

# نصيحت ڀري آکاڻي

گڏ ڪندڙ: رام اهيجا

هندستان جي اعليٰ شهنشاهه اڪبر جي وقت جي ڳالهه آهي جڏهن بيربل اڪبر جي دربار ۾ وزير هئو ۽ حاضر جوابيءَ ڪري سڄي ديس ۾ مشهور هئو.

هڪ ڏينهن بيربل دربار مان پنهنجي گهر ٿي ويو ته هن رستي ۾ ڏٺو ته هڪ ڇوڪرو هڪ وڻ جي هيٺان ويٺي ٻڪرا ڪاٽي رهيو هئو. ڇوڪرو ڏسڻ ۾ بلڪل غريب ٿي لڳو آيو. هو هڪ هڪ ٻڪرو ڪري واس ۾ وجهي رهيو هو. اهو ڏسي بيربل کي عجب لڳو ۽ پڇيائين - "پٽ تون هڪ هڪ ٻڪرو ڇو ڪاٽي رهيو آهين؟" هڪ لپ ته ٻڪرا اڳيئي هڪ ئي دفعي سان واس ۾ وجهي ڪاٽي کپائي ڇڏ ۽ پنهنجو وقت بچاءِ.

ڇوڪرو ته سياڻو هو، سو ٿوري دير چپ رهيو ۽ پوءِ بيربل کي چيائين - ابا گهڻن ڏينهن کان ڪجهه ڪاٽو ڪونه اٿم انهيءَ ڪري هڪ ڪاٽي رهيو آهيان

شري پرڀو ايچ. ٻالاڻي    شري ارجن ڪي. جسناڻي
" هولچند ايس. رامرکياڻي    " کانچند ايم. موهناڻي
" ڪشنچند ني. عيدناڻي    " شيام اين. جڳسنگهاڻي
" رامچند جي. للواڻيا    " سورڄراج آر. پنجابي
" لڇمڻداس جي. گوڏاڻي    " رامچند ايم. دياراماڻي
" ڪرم ويو گرباڻي    " ڪيشو. پي. سڪواڻي
" نهال وي. پنجابي    " جڳڪشن جي. پمياڻي
" گوپ ايس. چاڇڙيا

## اسٽورس ( نرئڪ سپلاءِ )

شري لعل پنجواڻي "مجرم" شري رام منوچنداڻي
شريمتي موتا ايل. چگاڻي    شريمتي آنيتا ايم. جگاڻي

## ڪامرشل برانچ

شري سندر ناواڻي    شري ڪشن گوکلاڻي
ڪماري پاربتي چندراماڻي شريمتي ڪرن اي. مسند

نوٽ: اسان هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي جنهن ڪالا سڀ برابر ڏئي سگهون. تنهن هوندي به جيڪڏهن ڪا غلطي هجي ته ڪميا ڪندا.



| | |
|---|---|
| شري ڪرپلاڻي | شري واسواڻي |
| " چندپراماڻي مرلي | " پولاڻي ڊبليو. وي. |
| " ارجنداس جي. | " موليهار |
| " ڪمولاڻي مورجمل | " ٿاواڻي لڇمڻ |
| " ڪرناڻي اين. سي. | " رامچنداڻي پي. آء. |
| " ڏناڻي ايل. ڊي. | " ولايت |
| " بدلاڻي | " مونواڻي ڪي. اي. |
| " مونواڻي جي. | |

## ڪارنڪ بندر

### گبس آفيس

| | |
|---|---|
| شري گرمک سنگهه خالصا | شري اندر ايچ. ٺڪر |
| " ڀارالعل ايم. ميلواڻي | " سراچند ڪي. ڇاپريا |
| " پورن ڪمار اي. ٻجلاڻي | " هرداس ٽي. ڪرپلاڻي |
| " گوبند پي. سداڙنگاڻي | " موهن جي. شهاڻي |
| " ڇيلو جي. جيسواڻي | " لکي بي. چوٿراڻي |
| " آسودومل سي. مونواڻي | " حڪمت ڪي. ڇيلاڻي |
| " ٽيڪچند ايم. سگناڻي | " پرتاپ سنگهه پي. خالصا |
| " ريلومل ٽي. رائچنداڻي | " هوتو ٽي. وشناڻي |
| " پونجو جي. جگواڻي | " نانڪ اي. پنجواڻي |
| " بلرام آر. چندپلاڻي | " سراچند پي. آهوجا |
| " سڪندو پي. وسنداڻي | " گيان آر. آهوجا |

شري جي. آر. مامتاڻي
„ پرتاپ سنگهه ايس.
„ آء. جي. بيجاڻي
„ جي. جي. ساولاڻي
„ مولچنداڻي
„ پي. جي. ساڌواڻي
„ چيلاڻي پي. اين.
„ ڪتري ايڇ. ايڇ.
„ ڀاٽيا پي. سي.
„ پيتامبر
„ ٽيڪچنداڻي
„ ماکيجاڻي
„ سکراڻي آر. آر.
„ بالچنداڻي هريش
„ واسواڻي اي. جي.
„ موهناڻي چندو
„ عيدناڻي پريم
„ جيسواڻي اي. جي.
„ سچديو ايس. ٽي.
„ چگاڻي اي. پي.
„ گدواڻي نارائڻ
„ ٽهلياڻي منوهر

شري ايس. آر. مونواڻي
„ جي. جي. ٿرماڻي
„ اين. گهنشياماڻي
„ ديوداس سي.
„ شنڪر ڪي.
„ دوداڻي هيرو
„ سندرداس
„ چگاڻي موهن
„ لالا ايڇ. ايف.
„ بسي هنگوراڻي
„ ڀاٽيا جي. ٽي.
„ ڪرناڻي جي. ايم.
„ کوبچنداڻي آء. جي.
„ جيٺاڻي ڪي. جي.
„ ڪمار ايڇ.
„ ڀارواڻي منوهر
„ ڀاٽيا پي. ايل.
„ گوڪلاڻي لال
„ چيلاڻي هري
„ چنداڻي گلاب
„ ٻجلاڻي
„ مسند

" ونود دوداڻي " جي. ايس. پوڃواڻي
" واسواڻي ٽي. ايل. " ڪشن پدجاڻي
" ٽي. ايڇ. شرما " ڪشن ڀاٽيا
" گرمک ايسراڻي " ڀڳوانداس چندواڻي
" گولداس " موهن سي.
" ڪندنداس " موهن ڪلداڻي
" گنگارام " نمڪچند ڪمولراماڻي
" مولچرام ايم. ڏهملاڻي " ساجن پرچومل
" چمتنداس فتحچند " وشمر شرما
" ڀڳوانداس " آر. سي. لالي
" واسڏومل " بهاري دوارڪاداس
" داس. ايڇ. ڀاٽيا " ميگهراج ماکيجا
" ڪيشنداس رانسنگهاڻي " پارومل چاٻڙيا
" پرڀداس ٽي. " چيلارام
" موهنداس مونواڻي " نيڪمداس ايم. پرئياڻي
" ليوندرام ايس. " هرورام ايم. منداڻي
" حڪمتراءِ " سندرداس شهاڻي

## لائين اسٽاف

شري ٽي. وي. مونواڻي شري ارجن ايڇ.
" ايڇ. ڪي. ٿاڻي " ايم. ايم. ڪلاڇاڻي
" فتحچند ايم. " ايم. سي. ميمڻا
" ٽي. آر. کاڇنداڻي " ايل. آر. رنجهسنگهاڻي

شرامتي آر. ٹکر     شري ستواڻي
شري   ايم. ڊي. گنگواڻي " ٻي. ڊي. جيسواڻي
"   ايل. ٻي. رهيجا " ايم. جي. منجال

## مهالڪشمي

## اسٽورس آفيس

ڪماري اندرا ميرچنداڻي شري لندلعل ٽي. ميتا
شري   هشو اين. پاروواڻي " صاحبراءِ دولتاڻي
"   ٽوپڻ آسوداڻي " سندر ڪرپالاڻي
"   گهنشيام جي. دادلاڻي " لڇمڻ آر. آهوجا
"   گوبند پي. هنگوراڻي " سوڀراج ٿاواڻي
"   عيدنداس جي. " ٺارائڻداس سي. ڪي.
"   جي. سي. عيدناڻي " منو رامسر
"   ڊي. سي. چنناڻي " اين. پي. گوڪلاڻي
"   هاسو ڪي. لالا " مهيش ٽيڪمداس

## اڪائونٽس آفيس

شري   گل آڏاڻي     شري ايڇ. اي. ميراڻي
"   ايل. جي. ڇاٻڙيا

## لوئر پريل ۽ مهالڪشمي

## ڪئريج ورڪشاپ

شري   ڪي. ٽي. دوداڻي شري ديالداس
"   پرتاب ٽي. " شنڪر پي.

| | |
|---|---|
| شري هيرو شرما | شري وي. ايس. کوٻچنداڻي |
| " ايم. ايس. ٺڪر | " آر. ايس. سيتلاڻي |
| " سي. ٽي. ليکواڻي | " ٽي. پي. ليکواڻي |
| " ايڇ. ٽي. شهاڻي | " پرٿوراج ٽي. |
| " وي. جي. ڀاٽيا | " آر. پي. وزيراڻي |
| " ايس. آر. مونواڻي | " عيدن سنگهه ٽي. |
| " ايڇ. پي. گلواڻي | " ڊي. اي. هاساڻي |
| " ايل. ٽي. ٻوچواڻي | " ايم. ايم. مندڪاڻي |
| " آر. ٽي. جگتياڻي | " اي. آر. ڀاٽيا |
| " پي. ايم. ڪيماڻي | " ايم. پي. ڪيماڻي |
| " راج آر. گهاڻي | " وي. ٽي. پارداساڻي |
| " اَجيت ڪي. سڌوا | " جي. پي. گلراجاڻي |
| " ڪي. ٽي. مونواڻي | " ايس. جي. ٻجلاڻي |
| " آنند منائي | " ڊي. اي. ڪرپالاڻي |
| " مولي هيرانندڻي | " اين. آر. ڳالڏي |
| " ايس. جي. ڪماڻي | " رميش ولڪاڻي |
| " اي. ڪي. ڪرڪاڻي | " ڊي. ايم. ٺڏواڻي |
| " آر. ايم. ڪرشاڻي | |

## گرانٽ روڊ (جنڪشن ڪو آپريٽو بئنڪ)

| | |
|---|---|
| ڪماري ڏيوڪا ٽولاڻي | ڪماري وملا سي. چاولا |
| شريمتي آر. سي. ٽاسنا | شريمتي وي. سي. ملڪاڻي |
| " ڊي. وي. ڀڳواڻي | " ڀمياڻي |

## رزرويشن آفيس

کماري موهني شراف     شريمتي جولي مهتاڻي
شري ٽلسي گوالاڻي     شري جگت تاراچنداڻي

## بامبي سينٽرل (ڊويزنل آفيس)

کماري موهني گلراجاڻي     کماري پرملا ايچ پاٽيا
" شيلا ايچ سدارنگاڻي     " بينا ميرچنداڻي
" ديوي ڪلاڻي     " آء. ٽي. نچاڻي
" ايس. ايس. للواڻا     شريمتي وي. ايم. واڌواڻي
شريمتي پي. ايم. سامتاڻي     " وي. سي. ڪلياڻي
" وي. اي. وڌاڻ     " وي. ڊي. چوئٿراماڻي
" ڊي. ايس. ملاڻي     " ڪي. ايل. آسراڻي
" پي. جي. هميراجاڻي     " هنگوراڻي
" پشپا پنجواڻي     " ڪي. جي. چاولا
" ايل. پي. ٽنواڻي     " ايم. ايچ. ڪرمچنداڻي
" ڪي. جي. سيتلاڻي     " اين. پي. چنداڻي
" ڪي. اين. مکواڻي     " ايل. ايس. واسواڻي
" ڪي. ايل. چبلاڻي     شري ايم. ايم. واسواڻي
" يوڳراج ايم. وچاڻي     " ٿانون کانچنداڻي
" مولچند نهلراماڻي     " جي. جي. گلواڻي
" ڊي. وي. هيرانند اڻي     " ٽي. پي. آڏواڻي
" ايل. ٽو. روهڙا     " ايم. جي. جيسواڻي

شري وي- ٽي- نرسنگهاڻي    شري ٻي- ڊيمو چاولا
" آء- آر- گنگاراماڻي    " رامچند درياڻي
" هري ڪمشواڻي    " ٻي- ايس- رامرکياڻي
" ٻي- جي- وزيراڻي    " جي- ٻي- ڪٽوريا
" اي- ٻي- ٻناڻي    " اي- جي- ڀوجا
" ٻي- ايس- شرما    " وي- ڪي- مسند

## سگنل ۽ ٽيليفون آفيس

ڪماري انيتا راجاڻي    ڪماري شوڀا جي- مالهي
شريمتي ايڇ- ايم- مورچنداڻي    شريمتي ايڇ- اي- آهوجا
" جي- جي- سيواڻي    " ايل- جي- اجواڻي
" ايم- اي- ٽرمداساڻي    " واء- ايس- لالا
شري اي- ايس- آهوجا    شري ايس- ٻو- شوناڻي
" جي- ٽي- مهتاڻي    " ايم- ايس- واسواڻي
" اي- ايس- ڪيسواڻي

## اليڪٽريڪل آفيس

شريمتي ايس- جي- شهاڻي    شري جي- آء چاندواڻي
شري ايم- وي- گوڪلاڻي    " سي- جي- ڪمسواڻي

## سڪيورٽي آفيس

شريمتي ايم- ٻي- وزيراڻي    شري اي- ايل- ملڪاڻي
شري ڪي- ٽي- شهاڻي    " پرڀو روهڙا
" آر- ڪي- راڌاڪرشناڻي    " ايڇ- ايس- ماکيجاڻي
" ايڇ- ڪي- ڇابڙيا    " اندر ٻي- جماڻي

| | |
|---|---|
| ڪماري ليلان ملاڻي | شريمتي ڪي. ايس. ٽڏاڻي |
| شريمتي جي. پي. راجسٽ | " جانڪي چاولاڻي |
| " ايس. ڪي. شرما | " نرملا ايل. واڌواڻي |
| " آر. ڪي. ڦيرواڻي | " مالا راجسٽ |
| " پولم اي. گهمڻاڻي | " هارلي پي. آهوجا |
| شري اندرو او. آڏواڻي | شري ڪي. پي. رامچنداڻي |
| " جي. ايس. پانيا | " ايس. ڊبليو ملاڻي |
| " آر. ڊي. پنجابي | " گاگنداس جي. آڏواڻي |
| " جي. ايل. ڪونواڻي | " جي. ايل. ٻسواڻي |
| " پاڳومل ايس. جئسنگهاڻي | " اشوڪ جئسنگهاڻي |
| " ارجن بي. پوڄواڻي | " گنگارام ايل. ٿهلياڻي |
| " واڌومل ايس. سوڄاڻي | " شيام لال ايڇ. چندناڻي |
| " سترامداس ٽي. هنگوراڻي | " هرڪشن جي. رامچنداڻي |

## انجنيئرنگ (اوپن لائين)

| | |
|---|---|
| ڪماري سي. جي. شهاڻي | ڪماري جي. ٽي. بالاڻي |
| شريمتي ڪي. ايس. آهوجا | شريمتي آر. ايڇ. لڇيراماڻي |
| شري ايم. ايڇ. مدواڻي | شري ايس. پي. لالواڻي |
| " ايڇ. پي. ڪشن | " اين. ايس. مڪواڻي |
| " جي. جي. ليکواڻي | " سي. ڪي. ايچنداڻي |
| " پي. آر. ماڪيجاڻي | " ڪي. بي. بدلاڻي |
| " جي. پي. ٻماڻي | " بي. ٽي. مونواڻي |

## ميڊيڪل ۽ جنرل

ڊاڪٽر ڊي. ڪي. واڌواڻي    شري گرمکداس ڀٽراڻي
شري وي. سي. ٽڏاڻي    " اي. بي. وڇيچا
" وي. ايڇ نيواڻي    " ايم. ڊي. ڪرپالاڻي
" جي. جي. لڪاڻي

## جنرل برانچ

شريمتي ڪوشليا ڀسيتاڻي    شريمتي آر. ايم. ڀترا
" بي. اي. ميرچنداڻي    شري رميش چاچاڻي
شري ڀڄو راولاڻي    " جي. ايس. ايسراڻي
" ٻگسسنگهه    " صاحب جيسنگهاڻي
" اندر مونواڻي    " پروهت پرشوتم
" گوپي ڀانيا    " موهن گوڏواڻي

## مڪينيڪل انجنيئرنگ

ڪماري ڪي. ڪي. ٽولاڻي    شريمتي موهني هيمراجاڻي
شريمتي ايس. ايل. هنگوراڻي    " وي. بي. همٿسنگهاڻي
" وي. جي. جيسنگهاڻي    شري جي. پي. ڪيسواڻي
شري آر. جي. ميراڻي    " ارجن جهالگياڻي
" ڊي. ڪي. دادلاڻي    " ڪرپالداس آسوداڻي
" پرشوتم آر. ڪرناڻي

## پرسنل برانچ

ڪماري شانتا ايل. ڀاوناڻي    ڪماري چندرا ٻجلاڻي

| | |
|---|---|
| شريمتي راڻي مرچنداڻي | شريمتي مينا ايل. منگناڻي |
| شري نهال ڦتناڻي | شري رنجيتسنگهه هيرو |
| " رام لهيجا | " هيرو منشاراماڻي |
| " ايڇ. اي. سچدي | " وي.اين. هيرانندڻي |
| " جي.ايم. پاڻيا | " وي.ڪي. شرما |
| " ڪيماڻي | " ايل. وي. لالا |
| " ٻي. ٻي. بولاڪاڻي | " ڪي. ايس. پاڻيا |
| " جوڻواڻي | " نول ايل. ٿهلياڻي |
| " سريش ايڇ وزيراڻي | " ڪنعيالعل ڪي. پنجواڻي |

## ڪئش آفيس

| | |
|---|---|
| ڪماري پشپا گانڌي | شريمتي شيلا پوڄواڻي |
| شري رملومل ڪشوراڻي | شري ٺاڪرداس لالواڻي |
| " ايم. اين. هنس | " رام منسڪاڻي |
| " ٽانوروداس هندوجا | " سريچند منشاراماڻي |
| " رام وسڌاڻي | " نهال سموهاڻي |
| " ڪشن ڪشناڻي | " ڪنيالعل جرلاڻي |
| " گوپ مسند | " لڇمڻ ورلياڻي |
| " موهن ڪرمچنداڻي | " ايشور چوڻراڻي |
| " روپو ڏيرملاڻي | " موهن شرما |
| " نانڪرام ڀاوناڻي | " نارائڻ ڏيوناڻي |
| " سهجرام لالواڻي | " ايڇ. آر. موڻواڻي |
| " رمش چوڻراڻي | |

| | |
|---|---|
| شري ايس. پي. بجاج | شري ريلو ٻو. گهاڻي |
| " پي. ايس. گنگواڻي | " پي. ٻي ٽولاڻي |
| " وي. ايس. موليراماڻي | " اندر ٿهاماڻي |
| " رنجيت آر. لالواڻي | " ٽول سي. لالا |
| " اي. ڪي. چيلاڻي | " ايم. جي. هوتچنداڻي |
| " ايس. آء. تارواڻي | " پي. ڏي. جاني |
| " ڏي. آر. پارواڻي | " ڏي. جي. آڏواڻي |
| " ايم. پي. پگتياڻي | " ماکيجا |
| " ايم. پي. ماکيجاڻي | " ايڇ. ايس. آڏواڻي |
| " ڪي. پي. هاسواڻي | " ڏي. اي. شڌليا |
| " ايم. ايس. لالواڻي | " جي. بي. منسکاڻي |
| " ڪي. پي. جگياسي | " ڪي. جي. چگاڻي |
| " ايس. سي. بالچنداڻي | " ايس. ڪي. ڪرناڻي |
| " ايڇ. ڪي. پاڳچنداڻي | " ايس. جي. هرجاڻي |
| " آر. ايس. پاڻيا | " ايس. جي. جگياسي |
| " سي. پي. آهوجا | " آر. ايڇ. منسکاڻي |
| " پي. ايڇ. سيٺي | " ڏي. ايل. جوشي |
| " ايڇ. ايڇ. ڪرمچنداڻي | " ڏي. ايل. لالا |
| " ايس. وي. ٻجلاڻي | " نانڪ سملاڻي |

MISS Kamla Mirchandani & Devi chablyani.

## ٽرئنسپورٽيشن آفيس

شريمتي آر. ٽي. لالواڻي    شريمتي آر. ايس. شرما

| | |
|---|---|
| ڪماري بي. جي. ڏمراڻي | ڪماري ڄشري ڀاٽيا |
| " ڪي. بي. سوھنداڻي | " ڪملا تاراچنداڻي |
| " آر. ڊي. پنجواڻي | " سي. پي. حڪماڻي |
| " آء. ڊي. چتناڻي | " ڊي. آر. جڳتياڻي |
| " ڪي. ڊي. ٿڌاڻي | شريمتي وي. ڪي. ساجناڻي |
| شريمتي ايڇ. وي. ڪيمندرا | " ايم. ڊي. مونواڻي |
| " ڊي. اي. گيھاڻي | " جانڪي بي. |
| " سيتا شھاڻي | " ڪي. ايس. اجماڻي |
| " وي. ايس. آڏواڻي | " وينا ٻڌاڇنداڻي |
| " وي. ايس. ڇڳاڻي | " بي. ايم. ھرجاڻي |
| " اين. ايس. ٻڌاڇنداڻي | " ڀڳونتي امراڻي |
| " ايم. آر. آڏواڻي | " ڪوپتا گرناڻي |
| " آر. ڪي. ايسراڻي | " ڊي. آر. گيھاڻي |
| " ايس. جي. ڪشناڻي | " سندري مرچنداڻي |
| " ايم. اي. ڀڳت | " ڪي. اي. سپي |
| " [redacted] راڻي | " ڪي. ايم. گربخشاڻي |
| " آر. ڪي. اجواڻي | " ايل. ايم. واسواڻي |
| " ايم. ڪي. آڏواڻي | " سي. ڊي. جيڪمشا |
| " ٽي. ايل. سجان | شري جي. پي. ميڱھاڻي |
| شري ايل. ايڇ. ھمراڻداڻي | " ڪي. اين. لالواڻي |
| " اي. ڊبليو ڪرپالاڻي | " اين. آر. ڪيماڻي |

شريمتي ايس- جي- دادلاڻي شريمتي ايس- ايس- چوٻڙا
" ڪي- جي- سپاهيملاڻي " ڊي- اي- واسواڻي
" ايس- ايم- لالا " ايس- بي- چونواڻي
" اندرا ڪونواڻي " ڪي- ايس- ايسراڻي
" آر- ايس- راملاڻي شري ڊي- سي- بسنتاڻي
شري ڪشن چگاڻي " مني لال ڪي- ڪشنراڻا
" اي- ايس- دولتاڻي " اي- يو- ڄيسنگهاڻي
" گهنشام جي- ڪرناڻي " ايس- ايڇ- جيواڻي
" جي- سي- ٽيمواڻي " جي- ڪي- گدگواڻي
" ڊي- ڊي- عيدناڻي " ايس- پي- هوتواڻي
" وي- ايس- پوهاڻي " جي- ڪي- ٻڌواڻي
" ايل- ايل- شراف " آر- اي- هرسنگهاڻي
" هري اي- چوٿاڻي " ايم- ايس- پوهاڻي
" جي- بي- راڻي " آر- جي- مولچنداڻي
" ايس- وي- پرمچنداڻي " جي- ڪي- ڪاڪو
" ايڇ- بي- آڏواڻي " بي- وي- پاڻا
" پي- آر- نهاڻي " بي- ڊي- ٻڌواڻي
" ارجن آسوداڻي شريمتي ڪرشنا چندناڻي

## اڪائونٽس آفيس

ڪماري پونم جي- رائسنگهاڻي ڪماري ايم- ايم- ڪرپالاڻي
" ايس- ايڇ- چنناڻي " ايم- ايم- گانڌي

| | | | |
|---|---|---|---|
| شري | پرتم سنگهه چمنواڻي | " | ايس. جي. هنگوراڻي |
| " | واسديو بي. پاڻيا | " | ڪي. پي. مولواڻي |
| " | ٽي. ٽي. جگيشا | " | منسڪاڻي موتومل |
| " | رميش جي. چمناڻي | " | رام ڊي. عاملاڻي |
| " | هيرو ٽي. جهامناڻي | " | گوپال ايڇ ڪٽواڻي |
| " | ٽي. ٽي. جگتياڻي | " | ڪي. ايم. ناگواڻي |
| " | اين. وي. هيرانداڻي | " | ٽي. ڪي. رچهسنگهاڻي |
| " | ايڇ جي. سدوا | " | ڊي. ڪي. لالا |
| " | ايم. ايڇ. ڏولاڻي | " | بي. جي. وسودني |
| " | لولارام ايس. ٿاواڻي | " | ايس. بي. هزاري |
| " | اين. وي. پاڻيا | " | موهن ٽي. اُبيچنداڻي |
| " | آر. ڊي. پاڻيا | " | ايس. وي. هيرانداڻي |
| " | سي. ڊي. گگناڻي | " | جي. ايڇ. ڏيولاڻي |
| " | هاسو ايف. جگيشا | " | ڪي. جي. ڪمولراماڻي |
| " | گوپ ايس. ممند | " | ايم. سي. هرسنگهاڻي |
| " | آر. وي. گوپالاڻي | " | رام جي. چمناڻي |
| " | جي. اين. موجاڻي | " | ڪيشو بي. چڪناڻي |

## اسٽورس آفيس

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪماري | ڊي. ايس. اڪيچا | ڪماري | پشپا للواڻي |
| " | پشپا اسراڻي | " | ايس. ايڇ. آهوجا |
| " | ايڇ. ٽي. ماڪيجاڻي | شريمتي | جي. ٽي. ميرچنداڻي |

| | |
|---|---|
| شري ايس. مالداٽي | شري ڪي. جي. ڪيڪواٽي |
| " پي. جي. وڇاٽي | " اين. سي. گدواٽي |
| " جي. جي. مونواٽي | " ايس. ڪي. ڪرناٽي |
| " ايڇ. يو. امرسنگهاٽي | " ايڇ. اين. چندناٽي |
| " جي. ايڇ. وزيراٽي | " ايم. پي. ڀڄاٽي |

## ڪامرشل آفيس

| | |
|---|---|
| ڪماري وي. پي. لولاٽي | ڪماري ڪي. سي. لالا |
| " جولي ايڇ. چيلاٽي | " ايس. ايڇ. چيناٽي |
| " جي. آر. آڏواٽي | " ڪي. ايم. ميرچنداٽي |
| " آر. آر. پاروواٽي | " پشپا جي. ٻلواٽي |
| " پشپا ڪي. لالا | " جمنا ايل. ڪٺهار |
| " جولي | شريمتي گيتا ٻدلاٽي |
| شريمتي شانتا ايم. جگتاٽي | شريمتي ڪوشلا ايس. تاراٽي |
| " پي. جي. گنڌاري | " ڪي. ايس. ٻدلاٽي |
| " روپي ڪي. ڪنل | " موهني پي. ڪنل |
| " جي. ايڇ. رائسنگهاٽي | " پشپا ٽي. ٿهلياٽي |
| " پيما ڪي. مسيرواٽي | " وملا ايم. آڏواٽي |
| " ملو اي. نيناٽي | " ايل. بي. ٻتاٽي |
| " اي. جي. رامچنداٽي | " پي. ڪي. وزيراٽي |
| " ايم. اين. نرهاٽي | " ڪي. جي. جڳتيا |
| " وينا ايم. ماڪيجا | " آر. ايم. ڪمراٽي |
| " وي. پي. هنگوراٽي | شري ناري ايم. ميرچنداٽي |

# اسانجا ساٿي

## چرچگيٽ هيڊ ڪوارٽرس

### انجنيئرنگ (سروي ۽ ڪنسٽرڪشن) آفيس

ڪماري پي. ڊي. ٻجاج     ڪماري اين. ايل. ڪرناڻي
" آءِ. اين. وزيراڻي     " پيا ٽي. ميرچنداڻي
" پي. ٽي. مسند     شريمتي ايل. بي. ايسراڻي
شريمتي ايم. سي. ميرچنداڻي     " ايس. جي. مسڪاڻي
" ممتا ايڇ. ٺڪر     شري ڊي. ٽي. ڪيماڻي
شري ايم. جي. ڇٻلاڻي     " نهالسنگهه آئلسنگهاڻي
" ايس. ڊي. چندناڻي     " ايڇ. ايم. پمناڻي
" ايس. آر. گولاڻي     " لدواڻي
" ڪي. ايڇ. پنجابي     " جي. ٽي. دوداڻي
" پريما ڊبليو. ماڪ     " جي. ڪي. مسند

### ڪمپيوٽر آفيس

شريمتي سنيهه ٻجلاڻي     شريمتي لڪشمي هيرا
" جوشي ڪرمچنداڻي     " مايا شهاڻي
" آشا عيدناڻي     " ديوي جيسواڻي
" گوونتي رامرکياڻي     " دمينتي مالاڻي

# ﴿ ڪافي ﴾

مٺو لوڪي ماڪڙو اوتار، جنهن ۾ سائين جوڙ جي درڪار
سو ٻـ وس ڪان ڪين وسار، مٺو.........

١- ڪوڙو جوڀن تي جواني ، ساري دوست دنيا آهه فاني
رهندو نالو نه نشان، پوءِ ٿيندين بي اختيار ....!

٢- ورت نيم مون نه ڪيا، عمر وئي اجائي ،
بخش بديون ڪر معاف مرادي، ٻانهن ٻڌي ڪي ڏئي تار....!

٣- جپ تپ جوڳ مان نه ڄاڻان، لڳي لهرت يا نڪاڻا،
نا پڙهان پوٿيون وڏ ٻراڻ، اڇي ڪيڏان ڪريا داتار....!

٤- حق چون ٿا هڪڙو، سچي ساڃ فقير،
ساڪي تيءَ لون سڀ جو سائين ،
وساءِ مهر جو مکھ ملهار ......!!

* مالتي مرچنداڻي

باڻ پر پر کو لڳو ۽ قلب ۾ خنجر کتو
وار وارو وار آهي پر نه لوڪي کو پتو
هيف تنهنجي حال تي جو حال کان بي حال ٿيئن
گهر وڃائي لڄ لٽائي صاف ٿون ڪنگال ٿيئن

ڇانگه چڱن جي نه هاڻي، ٻور ڪاهي ڇور ويا
ڪين ٻاڏا ڪن ٻهارون ۽ وڃن ڪي نوڙ پيا
ڪين گجرن جا ڇڙا مون شام ناڻي ڪي ٻڌا
ڏڌ مکڻ ۽ کير لئه انسان آڏا مون ڏٺا
سک ويا ۽ سور آيا سنڌ جو هاڻي اٿو
وقت واڳو واس آهي، جو نه اُٿو سو ڇٽو

هي ڪڙا ۽ ڪوٽ سارا زور هڪ سان سڀ ٽٽن
ماڳ مارن ڪي مڃي ۽ مال جون سيڙون هٽن
ڏڌ ڏنارن هٿ اچي ۽ خوب سيڪون ٻيو سچن
ڇڙڪ ڇوري سوز سان الميلون خوش ٿي ڪلن
وڏ ڦڙي وسڪار ٿئي ۽ سنڌ ساوي ٿي پوي
ڏور ڏولوا وڃن ٿي سک سدائي ٿي پوي.

* غلام حسين رنگريز ( سنڌ )

# سنڌين کي سڏ

ماءُ مٺي جي ماٺتا جو ٿو ڏسان لوڪي ڀرم
لوڙهون جي لو ٻڌان ٿو؛ ٿولي آ انجو ڪرم
راس ڏسهن هٿين هنج ۾؛ هيڏو هو تنهنجو جنم
ٻڪ پياري ٻيار جي جنهن ۾ لون هٿين اڀڙو ابهم
ٻال ڪهڙا ماءُ جا، ڏس ٿو رکيو ڪوڙو ڀرم
موت اهڙو نيٺ مرندين پر نه ماري ٿو مرم!

مرڪ مهڪي منهن تي؛ ماءُ کنڌي ٿي رهي
مات ۾ ٿو ماروي، ٻر سوُر سهندي ٿي رهي
ڪوٺ ڪالهن؛ ڪڙن ۾ هاٿي ڪرندي ٿي رهي
ٻاٻري ٻارڻ جي باهه، سر ٻلي ٻه ٻرندي ٿي رهي
ٿو نه سوچيو ڦهر ڪيڏو سنڌ تي ڪڙڪيو اچي
نه، ٻه چئين ٿو سنڌي آهيان، سڪ آئم سنڌ سان سچي!

گهر اندر گهوڙا متا؛ هل هنگامو ٿي پيو
دوُر دورو درد دالهن و آه فغان جو ٿي وايو

قبول فرماءِ هن دل جو، سجدو ۽ سلام،
تنهنجي ئي رضيءَ لاءِ ڪري ٿي دل مالام،
آهو دوستيءَ ۾ ڪٿهين نه اهڙو مقام،
قربان ڪري ڇڏي خدائي به تمام،
تنهنجيءَ ياد ۾ دنيا ڀلائي ويندا سين!
اي دوست، اسين ته دوستي نباهي ويندا سين!!

٤- تون مٺين لاءِ سمجهيم خدا تيئن مهربان آهي،
دوستن ۾ دوست تنهنجو درجو مهان آهي،
همدردي تنهنجي سچ پچ حد-نشان آهي،
تنهنجي ڪري ئي منهنجي، مشڪل آسان آهي،
هيءَ زندگيءَ بس چاهي، هڪ ڪاروان آهي،
منزل تي پهچي ويندي، اهڙو ايمان آهي،
جيون جي امتحان ۾ اسين، پاڻ ملهائي ويندا سين!
اي دوست، اسين ته دوستي نباهي ويندا سين!!

٥- ياد تنهنجي سدا دوست، دوستي رهندي،
آفت جي وقت تنهنجي ئي ته، رهبري رهندي،
۽ ياد مرڻ تائين، تنهنجي دلبري رهندي،
قدرت ۾ جيسائين ذري به هستي رهندي،
۽ دريا ۾ موجن سندي مستي رهندي،
تنهنجي ياريءَ جي سدا دل ۾ روشني رهندي،
دوستيءَ جي خوشبو اسين، هر هنڌ ڦهلائي ويندا سين!
اي دوست، اسين ته دوستي نباهي ويندا سين!!

* چيتانند نيڻون مل "تاب" دادر بمبئي ٢٨.

# دوستي

اي دوست، اسين نہ دوستي نباهي ويندا سين
وقت سر جان جي بازي - لڳائي ويندا سين!

١- لوڪ ئي خوش نسان نہ خوشي ٿيندي آ،
تنهنجي ئي غم ۾ دل دکي ٿيندي آ،
تنهنجي هوندي منهنجي دل وڏي ٿيندي آ،
تون نہ هجين ته، دل سڃي هوندي آ،
تو ري محفل به پريشان، پئي ٿيندي آ،
تو بنان غمگين دل، هرڪنهن جي ٿيندي آ،
ايندين ته دوستيءَ جو، رنگ جمائي ويندا سين!
اي دوست، اسين ته دوستي، نباهي ويندا سين!!

٢- تنهنجو نہ ماپ لاءِ تنهنجي پيار جو ماپو،
ڏرو به ناهي خوديءَ جو تو ۾، ڪو آپو،
خدا جو آهه حڪم تنهنجو مون لاءِ هر نباپو،
مري ويندس جي مليو، تو وٽان ڪو ڏورابو،
تون ئي نہ آهين منهنجي، زندگيءَ جو جيابو،
خدا نہ ڪري جو ٿئي تنهنجو منهنجو لاڳاپو،
پوءِ نہ دنيا پر جا لاڳاپا لاهي ويندا سين!
اي دوست، اسين ته دوستي نباهي ويندا سين!!

٣- تون ڏين زهر نہ ٿئي، امرت جو جام،
تنهنجو هر گفتو آهه، مون لاءِ الهام،

٣- فلورا فائونٽن انڊيا گيٽ -

ٻوري ٻندر ۽ چرچگيٽ .

چوپاٽي ڪملا نهرو پارڪ -

ڏسي ٿي وئي دلڙي دنگ .

واهه ڙي ٻمبئي تنهنجو رنگ

٤- بسيون ٽراميون لوڪل گاڏيون -

ٿين پيرن جن هرهنڌ ٿيون شاديون.

ٽيڪسيون ڊوڙن ٿيون هيڪاڏيون-

سڀ جو لوڪي آهي ڳهڻ .

واهه ڙي ٻمبئي تنهنجو رنگ

٥- هاڪ ٻڌي آئم تنهنجي ڏاڍي -

دلڙي ٿئي هئي ڏاڍي ماندي .

مستانا مان ڏڪندو اهڙس -

سڪ جو لو ومت ساهه پٽيندس.

لڳي پيئي آ دل ۾ جهڪ -

واهه ڙي ٻمبئي تنهنجو رنگ .

* نيوند "مستانو"

مزاحيه

# واهه ڙي بمبئي

واهه ڙي بمبئي تنهنجو رنگ -
ڏسي ٿي ري يو ھڪ ھڪ انگ.
ڪري ٿو تنهنجو سڀڪو سنگ -
واهه ڙي بمبئي تنهنجو رنگ.

١- آهين سونهن ۾ لون هاڪاري -
گهمن شوقن ۾ سڀ چوڌاري
صورت تنهنجي پياري پياري -
جئن شمع مٿان ڪرنو پتنگ.
واهه ڙي بمبئي تنهنجو رنگ.

٢- دور ديش کان اچن پيا -
حيرت مان لوڪني ڏسن پيا.
مرج مزي ۾ گهمن پيا -
سون جيان چمڪين لون عرعند.
واهه ڙي بمبئي تنهنجو رنگ.

# ڦوڪٽو

اَهڪار جي هوا
آهي ڏاڍي ڀري
ماڻهن جي آڻي جهان
إنسان ڦونڊجي ٿو وڃي،
ماضي مستقبل ڀلجي ٿو وڃي،
حال ئي هوندي ٿو
هٺ ۾ ڇڪجي!
ڦوڪٽو ڦوڪجي ڦوڪجي
ڦاٽي ٿو پوي!

* ڊاڪٽر ديال "آشا"

---

٥- وانومل سئنيٽوريم، ١٣٠، ساورڪر مارگ، ماهم ممبئي ١٦.

سهوليتون: داخل ٿيل مريضن جو علاج ۽ آپريشن ٿوري خرچ سان.

معرفت: سپرنٽينڊنٽ - فون ٤٥٣٩٤٢.

٦- ميونسپل ٽي. بي. ڪلنڪ

الف- پرنسس اسٽريٽ ڪلنڪ، ممبئي ٢.

ب- فارس روڊ ٽي. بي. ڪلنڪ، ٻلرام اسٽريٽ، ممبئي ٨.

ت- رام ڪمار دفتري ٽي. بي. ڪلنڪ، دادا صاحب ڦالڪي روڊ، دادر ممبئي ١٤.

ٽ- ميونسپل ٽي. بي. ڪلنڪ، نئشنل ڪاليج جي ويجهو، کار ممبئي ٥٢.

ث- نواب ٽئنڪ ٽي. بي. ڪلنڪ، ڊاڪ يارڊ روڊ، مزگانءَ ممبئي ١٠.

ج- ميونسپل ڊسپينسري، واڊيا برانچ، ٻيل بازار، اولڊ ڪرلا روڊ ممبئي ٧٠.

سهوليتون: ٻاهران مريضن جو مفت علاج ۽ دوا درمل.

معرفت: ڊاڪٽر ان - چارج، هفتي جا ڪم وارا ڏينهن صبح جو ٨ کان ٣٠-١٢ تائين ۽ ٣٠-١ بجي کان ٣٠-٣ بجا.

سهولتون: ٻاهرين مريضن جي مفت تپاس ۽ خاص
دوا ڏيڻ.
معرفت: ڊاڪٽر ان چارج، فون ٤٤١٢٥٣. روز ٩ بجي
صبح کان ٦ بجا شام.

٢- گروپ آف ٽي. بي. هاسپيٽلس
سيوري بمبئي ٤٠٠٠١٥.
سهولتون: پلمونري ٽي. بي. جو مفت علاج-
آپريشن سميت.
معرفت: آئوٽ پيشنٽ ڊپارٽمينٽ، فون ٤٤٨٤٤١
ڪنهن به وقت.

٣- پارليه اروگيه نڌي تپاس سينٽر، ڊاڪٽر ڊي اين روڊ
نئشنل انشورنس بلڊنگ، پهرين ماڙ، بمبئي ٤٠٠٠٠١.
سهولتون: ٻاهرين مريضن جو مفت علاج، موبائيل گاڏي.
معرفت: ڊاڪٽر ان چارج - فون ٢٦١٤٣١، ٩ بجا
صبح کان ٢ بجا منجهند جا. هفتي جا ڪم وارا
ڏينهن.

٤- سروودايه هاسپيٽل، لال بهادر شاستري مارگ،
گهاٽڪوپر، بمبئي ٧٧.
سهولتون: داخل ٿيل مريضن جو علاج آپريشن ٿ. ۽
سيني بيمارين جي اسپتال (ٿوري خرچ سان).
معرفت: سپرنٽينڊنٽ - فون ٥٨٢٢٣٧. ڪنهن به
وقت - سڄو ڏينهن.

اڳ ۽ واريءَ تعليم کان چوٿين درجي تائين - ٻوڙن ڇوڪرن لاءِ هوم سائنس جي سکيا - مائٽن لاءِ هدايتون.
ڳنڍڻ: پرنسيپال: فون ٤٥٦٢٣٠. هفتي جا ڪم وارا ڏينهن صبح جو ١١ بجي کان ٤-٣٠ بجي تائين.
(في پرڻي پوندي).

١٠- سيٺي وڏين اسپتالن ۾ ڳالهائڻ ٺيڪ ڪرڻ واريون اسپتالون. معرفت اي. اين. ٽي ڊپارٽمينٽ.
هر عمر ۽ جنس جي مريض لاءِ تپاس، ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ جي اوڻاين کي درست ڪرڻ لاءِ آڊيوگرام ۽ ٻين وسيلي علاج- مائٽن کي شخصيت جي چڪاس ۽ وري وسائڻ ۾ مدد ڪرڻ.
ڪن، نڪ ۽ ڳلي جي داخل ٿيل ۽ ٻاهريان مريض جون اسپتالون. هفتي جا ڪم ڪرڻ وارا ڏينهن.



## سلھ جي مريضن لاءِ اسپتالون

گڏ ڪندڙ: گوپالداس جھيٽراءِ

١- آرگنائيزڊ هائوس ٽريٽمينٽ ڪلنڪ، مهاراشٽرا اسٽيٽ ٽي. بي. ايسوسيئيشن، جر ٻائي واڊيا روڊ سيوري، بمبئي ٤٠٠٠١٥.

٧- اسٽيفن اسڪول فار ڊيف
١٥، دادي سيٺ روڊ، چوپاٽي بمبئي ٧.
مونث ۽ مذڪر لاءِ عمر ساڍي ٣ سالن کان ٢١ سالن تائين اسڪول جي شروعاتي تعليم کان مئٽرڪ تائين- ڊاڪٽري تپاس ۽ نوڪريءَ حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ.
ڳنڍجو: پرنسپال- فون: ٣٨٩٨٢٤ هفتي جا ڪم وارا ڏينهن صبح ٩ بجي کان منجهند جا ٣ بجا (في ڏيڻي پوندي).

٨- وچن شڪتي سنستا - ٦، مانڊو، ٣٠٤ وير ساورڪر مارگ، وجريشوري واڙي دادر بمبئي ٤٠٠٠٢٨.
(مونث ۽ مذڪر لاءِ) عمر ٣ کان ١٦ سال ٻارن لاءِ اسڪولي تعليم ۽ هنري سکيا جئين روزگار حاصل ڪري سگهن. (رهڻ جو بندوبست ڪونهي.)
ڳنڍجو: سيڪريٽري: فون ٤٥٣٣٠٣ - هفتي جا ڪم وارا ڏينهن صبح جو ٩ کان ٤-٣٠ بجا. (في ڏيڻي پوندي ۽ ٽووا مفت آ).

٩- وڪاس وديالي فار ڊيف چلڊرن، اي-٣، مهتا اپارٽمينٽ- پروفيسر وي. ايس. آگاشي پٿ، پوائي شنڪر روڊ جي ڇيڙي وٽ- دادر بمبئي ٢٨.
(مونث ۽ مذڪر لاءِ) داخلا: اڍائي سالن کان ٥ سالن وارن لاءِ. (رهڻ جو بندوبست ڪونهي) اسڪول کان

٥- ايجوڪيشن آڊيالاجي ۽ ريسرچ سينٽر، ٻسوانم ٩٧،
نيپين سي، روڊ بمبئي ٦.

(مونث ۽ مذڪر لاءِ) ٻهرن ۽ ننڍن ٻارن جي ٻڌڻ جا مسئلا اڳواٽ جهٽڻ لاءِ. پورو وقت ٻوڙن ٻارن لاءِ (اڍائي سالن کان ١٥ سالن تائين عمر) تعليم سان پرائمري ڀاشا پڻ سيکارڻ. ٻڌڻ جي تپاس ۽ علاج لاءِ صلاح مصلحت ڏيڻ لاءِ ڪلينڪ. مائٽن ۽ ٻارن کي راهه ڏيکاريندڙ اسپتال. شروعاتي هنري سکيا ۽ پوءِ روزمره جي اسڪولن ۾ داخلا. ماسترن جي سکيا جو ڪورس ۽ ٻوڙن جي مسئلن جي کوجنا.

ڳنڍجو: ڊائريڪٽر. فون ١٦١٧٠٥ - هفتي جا ڪم وارا ڏينهن ٩ بجا صبح کان ٣-٣٠ بجا شام اسڪول ۽ اسپتال (مفت).

٦- پروفيسر دالوز چترنيبل ڊيف ۽ ڊمب انسٽيٽيوٽ
ڪالارام مندر، ٺاڪردوار روڊ، بمبئي ٢.

(مونث ۽ مذڪر ٧ کان ١٩ سالن وارن لاءِ. هريجن لاءِ خاص وجهه. مرهٽي، گجراتي ۽ هندي ڀاشا ۾ عام تعليم ۽ سبق ۽ چترڪلا جي سکيا.

ڳنڍجو: پرنسيپال، فون: ١٤٩٥٩*- هفتي جا ڪم وارا ڏينهن منجهند جو ٻارهين بجي کان شام جا پنج بجا. ڇنڇر ١٢ بجي کان ٣٠-٢ بجي تائين.

سهوليتون: تعليم گجراتي ۽ مرهٽي گونگن ۽ ٻوڙن کي ڳالهائڻ ۽ سيکارڻ جنهن هـوَ رواجي طرح اسڪول ۾ داخل ٿـي سگهن. ملو: صبح ۽ شام جـي وقت هيڊماستر: فون: ٣٥٦٠٥٠. صبح جو ٧ بجي کـان ٤-٣٠ بجا شام جا - هفتي جا ڪم جا ڏينهن. (مفت)

٣- بامبي اسٽيٽيوشن فار ڊيف اينڊ ميوٽس
٣٣، نيپئن روڊ مزگانءُ، بمبئي ١.
(مؤنث ۽ مذڪر لاءِ - عمر ٤ سالن کان ١٨ سال)
سهوليتون: تعليم ۽ هنري سکيا مرهٽي، گجراتـي ۽ انگريزي ۾ - مشترڪ ٿائين.
ٽئون طريقو: ڳالهائڻ ۽ چپن جي چرپر مـان سمجهڻ هنري ڪم ذريعي روزگار ڏيارڻ. پرنسيپال: ٣٩٣١٣٠ هفتي جا ڪم جا ڏينهن صبح جو ٩ کـان شام جا ٿي بجا. (في ڏيڻي پوندي).

٤- دي سينٽرل اسڪول فـار دي ڊيف، دي سينٽرل اسڪول آف ٽيچرس آف دي ڊيف، ١٨ مولل بائي اسٽريٽ، اگري پاڙا - بمبئي ١١.
(مؤنث ۽ مذڪر عمر - ٢ کان ٦ سالن وارن لاءِ)
سهوليتون: پوري سکيا ٻـوڙن لاءِ. پيرنٽ گائيڊنس ماسترن جي داخلا لاءِ سکيا - مرهٽي ۽ انگريزي ماڌيم ۾ (مردن ۽ زالن لاءِ) (داخلا فيءِ سان صبح ١٠ کان ٣-٣٠ بجا پرنسيپال: فون ٣٧٦٧٧٣.

٢١- بسنت سنگهه ترمـــازا ٽرسٽ، شيام نواس، پڇون ماڙو، بلاڪ نمبر ٨، فليٽ ٥٤، ڀي ڏيسائي روڊ، بمبئي ٢٦.

٢٢- مکي صوبراج واڌاڪشنداس ٽرسٽ

٢٣- کيمچند مولچرام ٽرسٽ
معرفت ڌام بلڊنگ ٧، چوهون رستو، کار بمبئي ٥٢



# ٻوڙن ۽ گونگن جي سهايتا لاءِ ڪيندر

## گڏ ڪندڙ: گوپالداس ڇمڇراءِ

١- دي بامبي ڊيف اينڊ ڊمب سوسائٽي، ١٤٠، پرنسس اسٽريٽ، گوولڊ بلڊنگ، بمبئي ٢.
(زالن توڙي مردن لاءِ - وڏن لاءِ)
سهوليتون: نوڪري ۽ وني ڏيــڻ، ميلاپي مرڪز وغيره.
(صرف ٻوڙن لاءِ) ملو: آءِ. ايم. مهتا، هرروز شام جو ستين کان پوءِ. فون ٣١٨٣١٥.

٢- بامبي ڊمب اينڊ ڊيــف انسٽيٽيوشن، ڪاڪاواڙي، آريه سماج جي سامهون، گرگام روڊ بمبئي ٤.
(مونث ۽ مذڪر لاءِ، عمر: ٦ کان ١٠ سالن تائين)

۱۳- سکر پنچایت آف بامبي
سکر پنچایت ترمشالا، رفي احمد روڊ
وڊالا، بمبئي ۳۱.

۱۴- کهمچند چوئترام ٽرسٽ
بلاڪ نمبر ۲، الهاسنگر ۱.

۱۵- هندوجا ٽرسٽ

۱۶- جهامنداس وشنداس کلماڻي ٽرسٽ
۴۷، شري ڪرشنا نواس، نيو سائڪ ٻزار
ڪالباديوي، بمبئي ۲.

۱۷- سيٺ نارائڻداس ليلارام آڏواڻي چئرٽيبل ٽرسٽ
نارائڻ نواس، ايم. جي. روڊ، ولي پارلي (اوڀر)
بمبئي ۵۷.

۱۸- ٽلومل مٺنانرام آئنڊ
جولي سنگهه ٽلومل شهاڻي ٽرسٽ
A-۵ ڪورٽ چيمبرس، ۳۵ نيو مرين لائينس
بمبئي ۲۰.

۱۹- سيوهاڻي چئرٽيبل ٽرسٽ
پلاٽ ۱۵۵، سيان (اوڀر) بمبئي ۲۲.

۲۰- ٽيمٽراء جي. ماماڻي ٽرسٽ
ڏاڪٽر ٻاٻانگ - معرفت ڪي ٽلسيداس آئنڊ
برڊرس، ڪالباديوي روڊ، بمبئي ۲.

٥- ڪي. ٽي. شهاڻي
ڪورٽ چيمبرس، نيو مرين لائينس، بمبئي ٢٠.

٦- سي. ٽي. ايس فائونڊيشن
٩٦. مرين ڊرائيو، بمبئي ٢.

٧- سيٺ ايسرداس ورندمل چئرٽيبل ٽرسٽ
ايسرداس ورندمل ڌرمشالا
کار، ريلوي اسٽيشن جي سامهون، کار بمبئي ٥٢

٨- فائونڊيشن فيمٽراه - ايم. جي. ايم.، ٽرسٽ
دامـــودر بلڊنـگ
معرفت: ڪي. ٽي. للسيداس آئنڊ برورس
ڪالباديوي، بمبئي ٢.

٩- ڊاڪٽر هاساند بوداورام چاولا ٽرسٽ
بوداورام ڀون، رفي احمد قدوائي روڊ
وڊالا، بمبئي ٣١.

١٠- بوداورام کيومل چيرٽيبل ٽرسٽ
بوداورام ڀون، رفي أحمد قدوائي روڊ
وڊالا، بمبئي ٣١.

١١- روچيرام آئنڊ سنس چئرٽيبل ٽرسٽ
بسنتري پارڪ، ٢٧ بي، ڊيساائي روڊ، بمبئي ٢٦.

١٢- نهلرام للسيداس ٽرسٽ
کهيومل منشن، رفي أحمد قدوائي روڊ
وڊالا، بمبئي ٣١.

١٤- ڏارهومل ٽيڪچند ٽون
عام ايجوڪيشن ٽرسٽ
١٢، رام پٿ روڊ
معرفت فتحچند آسودومل بمبئي ١.

١٥- ٽيڪمداس دانالال ٽرسٽ
ايشور نواس، سي - بلاڪ
١٧/١٨ وي. پي. روڊ، بمبئي ٤.

١٦- واشاڻي چئريٽيبل ٽرسٽ
٤٧، نيو مرين لائنس، بمبئي ١.

١٧- قمتراء اين. جي. ماماڻي ٽرسٽ
١١٥، مڪر ڀون ٣
٢١، مرين لائينس، بمبئي ٢٠.

# سنڌي دانويرن جو ٽرسٽ

١- ڪشنچند چيلارام ايجوڪيشنل ٽرسٽ
ڪنڊر هائوس - ڌوٻي ٽلاءُ بمبئي ٢.

٢- ٽرسٽ فار سنڌي وومن ۽ چلڊرن
روم نمبر ١٠-١١، بلڊنگ نمبر ٢.
نوجيون سوسائٽي - لئمنگٽن روڊ، بمبئي ٨

٣- نندرام ميگهراج چئريٽيبل ٽرسٽ
نوجيون سوسائٽي، لئمنگٽن روڊ - بمبئي ٨.

٤- لولاڻي فائونڊيشن ٽرسٽ

٦- گوبندرام مولچند چئرٽيبل ٽرسٽ
١٢٦، نارائڻ ڏرو اسٽريٽ بمبئي ٣.

٧- گوپالداس ماڌوداس چئرٽي فنڊ
معرفت لڪشمي داس جئڪشنداس
۴، ٻائي جيرام جي لين، ٺاڪردوار بمبئي ٢.

٨- گوپالداس مولچند چئرٽيبل ٽرسٽ
"نيل ڪنٺ" ٩٨، مرين ڊرائيو بمبئي ٢.

٩- جي. پي. آڏواڻي چئرٽيبل ٽرسٽ
معرفت: جي. پي. آڏواڻي ڪمپني لميٽيڊ
ٽاپ فلور، آڏواڻي چيمبرس
سر فيروز شاهه مهتا روڊ بمبئي ١.

١٠- جواهرمل گدامل آڏواڻي چئرٽيبل ٽرسٽ
سنڌو هائوس، نانا باغ لين بمبئي ٢.

١١- شري جيون لال ڪشنچند ميمورل ٽرسٽ
معرفت: شري ايس. جي پارک، ٧٢ مرين ڊرائيو
بمبئي ١.

١٢- جيون داس آمرومل چئرٽيبل ٽرسٽ
آمر جيون، ١٩ اي، وولي سي فيس، بمبئي ١٨.

١٣- سيٺ واسومل ڏيرومل چئرٽيبل ٽرسٽ
٢-١/١٧ نوجيون ڪالوني، موروي روڊ، ماهيم
بمبئي ١٦.

# چئرٽي ٽرسٽ

## دانوير سنستائون

گڏ ڪندڙ: گوپالداس جميٽراءِ

نالو

١- پي. پي. آنڊوالا جي چئرٽي ٽرسٽ
اوشينا (Oceana)
مرين ڊرائيو بمبئي ١.

٢- بڪومل لڇميداس چئرٽيز
”مي فيئر“ ڪوب بندر روڊ
باندرا بمبئي ٥٠.

٣- بهار هولچند منگهرملاڻي ٽرسٽ
معرفت فتحچند آسودومل ايڊووڪيٽ
١٢، رام ڪورٽ رو بمبئي ١.

٤- لال ديوداس چتومل چئرٽيبل ٽرسٽ
٥٠٦، ”نيلڪنٺ“ پنجون ماڙو
مرين ڊرائيو - بمبئي ٢.

٥- ديوان ليلارام دهلانومل
سوشل اينڊ ڌرماڙا ٽرسٽ
پيپلس بلڊنگ، ڇهون ماڙو
سر پي. ايم. روڊ بمبئي ١.



WITH BEST
COMPLIMENTS
FROM

Pride of Ulhasnagar

# A-I Jewellers

## Expert in real Diamond

**Contact :**

Phone : **529**

Proprietor : **Arjandas Brijlal Valechha**

اُلهاسنگر جو شان

# اي - ون جويلرس

هيرا وٺڻ يا وڪڻڻ لاءِ اسان. سان
ضرور صلاح ڪريو. .

نوان زيور تيار ٿيل هر وقت ملندا.

اسان جو مکيه اصول آهي گراهڪ جي خوشي

مالڪ : ارجنداس برجلعل واليچا

دڪان نمبر ٥٨٥، سيرو چونڪ اُلهاسنگر - ٢

فون : ٥٢٩

Phone : Shop : 1273 Resi : 2175

## فئشن ساڙهي هائوس - ساڙهين جو سرتاج

**KING OF SAREES**




فئشن ساڙهي هائوس جي خوبين حيرت انگيز هئنڊ ورڪ
سڀ کي اکين چڪن ڪيو آهي. عجيب - و غريب
ورائٽي نين نين ڊزائينن ۾ رنگين راحت بخشيندڙ ساڙهين
جو هڪ ئي سچو سوداگر جو مکيه سينٽر فئشن ساڙهي
هائوس آهي، خاص ڏياري جي موقعي لاءِ الڳ الڳ ڊزائينن
جون خوبصورت ساڙهيون خاص محنت ڪري تيار ڪيون
ويون آهن. جلد اچي درشن ڏيندا ۽ پورو لاڀ حاصل ڪندا.

# Fashion Saree House

Shop No. 224, ULHASNAGAR-2

| نالو | فون |
|---|---|
| ٧- ساڌ ٻيلا آشرم<br>بي. ڊيساني روڊ بمبئي ٢٦. | ٣٦٣٤٦١ |
| ٨- آريه سماج، ٩٦ بورا بزار اسٽريٽ<br>فورٽ، بمبئي ١. | ٢٦٢٣٣٨ |
| ٩- آريه سماج سانتاڪروز<br>بمبئي ٥٤. | ٥٣٤٢٦٣ |
| ١٠- راشٽر سيوا سمٽي<br>لٽراج مارڪيٽ جي پٺيان<br>چيمبور ڪالوني، چيمبور بمبئي ٧٤. | ٥٢١٠٢٠ |
| ١١- ايمبولنس اسٽيشن، بمبئي سٽي | ٢٩١٢٥٥ |
| ١٢- ايمبولنس اسٽيشن، مرين لائينس<br>بمبئي سٽي. | ٢٩٠٥٨٢ |
| ١٣- ميونسپل ايمبولنس سروس<br>ايڪسيڊنٽس اونلي (فقط حادثن لاءِ)<br>بمبئي ٨. | ٣٧٦١١٣ |
| (وبم جا ڪيس: | ٣٧٦١١٣ |
| (ٻين بيمارين يا وچرندڙ بيمارين جي حالت ۾) | |
| ساني گروجي مارگ حدن ۾، بمبئي ١١. | ٣٧٧٣٢٤ |
| ايمبولنس گئريج، ساني گروجي مارگ،<br>بمبئي ١١. | ٣٧٩٦٤٣ |

# امبولنس سروس بمبئي

## گڏ ڪندڙ: گوپالداس جيٺراءِ

| نالو | فون |
|---|---|
| ١- سينٽ جان امبولنس<br>بامبي امبولنس ڪارپوريشن<br>مين روڊ، چوپاٽي بمبئي ٧. | ٢٦٨٩٨٧<br>٣٥٨٧٠٤ |
| ٢- سواستڪ ليگ.<br>٢٢٤، سردار، وي. پي. روڊ<br>بمبئي ٤. | ٣٥١٥٣٢ |
| ٣- بمبئي سبربن سوشل سروس ليگ.<br>هيرامبج، ڏهون رستو<br>بمبئي ٥٢. | ٥٣٣١٤٢ |
| ٤- باندرا نرسنگ ڊويزن<br>سينٽ جان امبولنس بريگيڊ<br>مين لاج، نيري ڪراس روڊ بمبئي ٥٠ | ٥٣٣٥٥٧ |
| ٥- پارسي امبولنس ڊويزن<br>2.C، ايم. جي. روڊ بمبئي ١. | ٢٦٣٦٦٦ |
| ٦- مسلم امبولنس سوسائٽي<br>١٥٤، ڪامبيڪر اسٽريٽ<br>بمبئي ٣. | ٣٢٥٦٤٥ |

ڇا!! پردو ٿو هٽڻ تڏهن! نانڪ پورو ٿي ويو ڇا؟ منهنجي موٽل سان شادي ٿي. اچان ڪون ٿي آهي. منهنجي مٺڙي موٽل!! دروازو ته کولي ڏسان، متان منهنجي موٽل آئي هجي! اڙي منهنجي موٽل اچي وئي! منهنجي موٽل اچي وئي!!

(هيءَ نانڪ ڪير ته اسٽيج تي آئي- سگهي ٿو. پر مهرباني ڪري ليکڪ کي هالچل معرفت ٻڌائيو وڃي.)



## گل ۽ ٿي سهڻين

گهر وارو دنش پنڌار ۾ رسي وڃي ٻيءَ سيٽ تي وڃي. مون ٻئي کي سڏي ڪجهه آواز ڏيندي چيو ته هڪ پليٽ هن ليڊيءَ وٽ رکو ۽ هڪ مون وٽ. ٻئي ڪجهه عجب ۾ پوندي چيو - "جناب شايد توهان نوان پيا لڳو، پوءِ وڃي ٻلبل ته تماشائي آهي. توهان سندس ٻاسي ۾ وڃي ويهو. مان اڄ سروس ڪري آئس.

اهو ئي نانڪ آهي جو مونسان گڏ ڪاليج پڙهندو هو.

رامداس- (نانڪ کي هٿ ۾ هٿ ڏئي رکندو ڏانهن منهن ڪري) هاڻي وڌيڪ انڪسارگي نه ڪر ۽ اڄ کان وٺي چڱي طرح پڙه ۽ امتحان بعد لکجي شادي. (نانڪ ڏانهن منهن ڪري) مسٽر اميتاب بچن، هاڻي اِها فلم جي انڪسارگي نه ڪر ۽ سياڻي کان منهنجي آفيس اچي سنڀال، پنهنجي بڻجي جي نه آنڊراس ڏئي چڏ نه مان هن ڏانهن لکجي رسوائي جي انڪسارگي جو احوال لکان.

نانڪ- نه نه، بڻجي ڏانهن هن نانڪ باب مهرباني ڪري ڪجهه نه لکندا.

(مرچومل اندر اچي ٿو)

مرچومل- سائين مبارڪون هجنو- جيب صاحب ۾ چيل آهي "سوچيا سوچ نه هووي جي سوچي لک وار" بعدي اما چوندي هئي نه جيڪي ٿيڻو هوندو، سو اوس ٿيندو ۽......

(دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي)

مرچومل- هٿيت ٿي، لک لعنت ٿي ڳرڻ گهٽا ٿي، شل...
(پردو تمام آهستي هيٺ لهي ٿو) اڙي! هي

هوءَ تنهنجي ڌيءَ وٽ نوڪري ۾ وٺي ڏيندي،
پگهار ۾ هزار روپيا، رهڻ لاءِ فليٽ ڌار. آنٽيءَ
ڪملا اسانجي هن پيار کـــي پختو بڻايو آهي-
صرف تنهنجي ڌيءَ جو ڊپ آهي. شل هوءَ
مڃي، سال اڳ تون ائـڏو رنجيءَ، ماني کائـــڻ
ڇڏي ڏني، ليڪن تنهنجي ڌيءَ تـــي ڪرڻ
اثر نه ٿيو، آخر تنهنجي ڪري رسولو جو پارٽ
ادا ڪرڻو پيو آهي. تنهنجي لاءِ باندر جو پارٽ
به ادا ڪندس. هيئر تون ملين ٿـــا جڻ سرڳ
مليو سرڳ...

رامو- (نانڪ جو هٿ ڇڏائي) هٽ، پري ٿيءُ، اڄي
هٽ ڇڏ، ڌيئي مٿي ٿا اچن.

(رتنا، ڪملا ۽ رامداس انـدر اچن ٿا)

رامو- اڄي آلا!

رتنا- سو توهان پنهنجي پيار جي ڪهل ۾ آسان
کي خوب ٺڳو بڻايو. نانڪ رسولو جو پارٽ چڱو
ادا ڪيو. توهـــان ٻئي ڪامياب ويا. مونکي
نانڪ پسند آهي.

رامو- (ماءُ کي ڀاڪر پائي) مـاءِ سوئيٽ مِمي!
منهنجي مٺڙي مِمي! پياري مِمي! (پـيءُ کي
ڀاڪر پائي) ڊئڊي، ٿئڪيو ويري مچ، هيءَ

هر هر دروازو ته ڪونه کولڻو پوندو هو نه!
دروازا کليا پيا هوندا. ها، ڀائو، ڪٿ آهين؟
(مرچومل دروازو کولي ٿو ته رهوُ اندر اچي ٿي،
انڪ ۽ ٻئي ڪمري مان اندر داخل ٿئي ٿو ۽ ڪملا
اهر وڃي ٿي.)

انڪ- آئي، تون ڪيڏانهن ٿي وڃين.

ڪملا- نه، مونکي تمام ضروري ڪم آهي. وري ٻئي
ڏهي ايندس. ٽا ٽا. (ڪملا وڃي ٿي)

رچومل- رهو ڏيءُ، اچ، اچ. تون نانڪ سان ڳالهاءِ، مان
اندر ڪمري ۾ ٿو وڃان، اڄ گهڻو ڪم رهيل
آهي

انڪ- هيلو ڊارلنگ (هنجو هٿ پڪڙي) اڄ صبح جو
چرچگيٽ تي ڪونه ڏٺئي.

ـهوُ- ٻڌائي مونکي آفيس ۾ وٺي ويو، مان ڇا
ڪريان؟ تون ڪٿي موج ۾ آهين نه؟ توکي هٿ
ڪا تڪليف ته ڪونه آهي نه؟ سائينءَ گهر ۾
گڏ هوندي به هڪٻئي کان سوين ميل دور آهيون.

انڪ- هاءِ سوئيٽ هارٽ- منهنجو نصيب اڄ آسمان
تي آهي. سيتا منهنجي مڙس کي ڇڏيو ۽ هن
جي مڙس ڪملا آهڙو ته نانڪ ڪيو ۽ منهنجي
مڙس کي مٿي چاڙهيو جو هن ڇهو ته رهوي
مان resign ڪري اچ. تنهن سواءِ ڇڏائين ته

كملا - جي توهانكي پسند نه هجي ته مان سينا جي شادي نانڪ سان ڪرائيندس.

رامداس - پر رهڻ ڏيندي ئي ڪون، هجو ته هڪ ٻئي ڇوڪري سان اڳ ۾ پيار هوندو هو ۽ هاڻي به ان قسم ڪيو آهي ته .......

( اوچتو دروازي جي گهنٽي ٿي )

رتنا - اڇو، هلو ته اندر ڪمري ۾ هلي ڳالهيون ڪريون، مون کي نانڪ کي چيو آهي ته رهاوي مان resign ڪري توهانجي آفيس ۾ اچي چڙهي- جي توهين نه ڏيندا ته مونکي ٻي عزتو ٿيڻو پوندو. شايد رهڻ آئي آهي ( زور سان رڙ ڪري ٿي) مرچومل، دروازو ته کول.

كملا - مان وڃان ٿي.

رتنا - آئي، منت ته ڪرس.

( رتنا، ڪملا ۽ سيٺ رامداس اندر وڃن ٿا ۽ مرچومل ٻاهر ڪمري ۾ اچي ٿو. هڪ هٿ ۾ ڪپ اٿس ۽ ٻئي هٿ ۾ واڱڻ. )

مرچومل- هيءَ دروازي جي گهنٽي نه آهي پر آفت آهي آفت، مان ڪرڻ ڪم ڪري نٿو سگهان. وس پڄي ته گهنٽي کي دروازي تان لاهي ڦٽو ڪري ڇڏيان. (ٽوليءَ جي لانگ ناهي ٿو) پاڪستان ۾ اهي مون گهنٽيون لــ ڪونه هونديون هيون،

رنڌوءَ به قسم کنيو آهي ته هوءِ ڪڏهين به
شادي نه ڪندي. هوءِ نانڪ ڏانهن ته نهاريندي
به ڪونه آهي.

(دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي- ٻئي ڪمري مان
مرچومل آواز ڪندو ڪمري ۾ اندر اچي ٿو ۽ هٿ
دروازي طرف اُڀا ڪري وڃي ٿو.)

مرچومل- آيس، گهنٽي مائي، آيس، وڌيڪ نه رنب،
رڙيون نه ڪر، قيامت نه، تنهنجي ڦانڊ سان
منهنجي ڪن جون دهلڙيون ٿيون ڦاٽن.

(سيٺ رامداس اندر اچي ٿو. رتنا سيٺ رامداس
کي ڪنڌ ۾ ونئي سس پس ڪري ٿي. رامداس وانڊو
ٿي جوش ۾ هٿ ڦهلائي ٿو.)

رامداس- اهڙو ڪئن ٿي سگهندو؟ نه نه، بلڪل نه،
اڻ ٿيڻي، ڀلي ڪملا منهنجي ڌيءُ جي شادي
نانڪ سان ڪرائي. مان اهڙو ڪڏهين نه
ڪندس، ڪنگال سان منهنجي ڌيءُ جي شادي
ڪئن ڪرائيندس.

رتنا- پر ٻڌو ته، توهان ٺهيل ٺڪيل ڪم بگاڙي رهيا
آهيو، اهڙو سونو موقعو وري توهانکي نه ملندو.
هنجو پيءُ اڪائنٽ آهي، نانڪ ايم ڪام پڙهي
رهيو آهي، خاندان سٺو آهي.

ڳالهائيندس، تون درخواست نـــاهي ڏني وڃ، درخواست ۾ فئملي جا full details ڏج.

نانڪ - ممي، جي ۽ هزار ڏيو ته رهوي مان سياڻي ٿي resign ڪري اچان.

رتـنـا - تون درخواست ته ناهي ڏني.

نانڪ - ممي، ٿئنڪ يو، ويري مچ. چڱو آئون باءِ باءِ، توهانجي وڏي مهرباني.

( نانڪ وڃي ٿو )

ڪمـلا - رتنا ڀيڻ، تون تـه نصيب واري آهين جو گهر ويٺي سٺو، سهڻو، شهزادو مليو اٿئي، ڀڳـوان ڪري منهنجي ڌيءَ لاءِ ۽ اهڙو ور ملي وڃي تـه مان ڀاڳن واري ليکبس، پـر جي توهانجو ارادو نه هجي ته رتنا ڀيڻ، مونکي ٻڌائج ته مان پنهنجي ڌيءَ سميتا جـي شادي هن سان ڪرائيندس.

رتـنـا - انهن کي اها ڳالهه پسند نه ايندي، هو ته رهوءَ جي شادي ڪنهن لکپتي سيٺ جي ڌيءَ سان ڪرڻ لاءِ سوچي رهيو آهـي. رهوءَ سان هڪ ڇوڪرو ڪاليج پـڙهندو هو. رهوُ روئي روئي اَصل ساٿي ٿي پئي پر هو پنهنجي ضد تـــي قائم رهيا، انهن بلڪل نه مڃيو، چوائين ته اهي ڇوڪرا گڏهه آهن، بيوقوف آهن. ايڏانهن وري

گوبندرام مولاڻي جي گهر پهتس ته گهر کي تالو لڳل هو ۽ هو سينگاپور هليو ويو هو. مونکي ان ڪام پڙهڻو هو، نوڪري ڪرڻي هئي ۽ لاچار اُلهاسنگر ۾ وڃي رهيس، منهنجي مڻي ننڍي هوندي سرڳواس ٿي وئي، انهيءَ ڪري وقت پڇاڻو جو به ڪم ڪرڻو پوندو هو جو رسوائو ٿي هيڏهن ڪم ڪيم ۽ توهانجي گهر ۾ پناهه ملي وئي.

ڪملا - هيڏهن نوڪري ڪٿي ڪندو آهين؟

انڪ - آئي، اجهو سامهون چرچگيٽ اسٽيشن آفيس ۾ انسپيڪٽر آهيان. هيڏهن ان ڪام جو امتحان ڏئي رهيو آهيان.

نڌا - اسانجي آفيس ۾ ڪم ڪندين؟ سپرنٽينڊنٽ جي جڳهه خالي آهي، پگهار هزار روپيا.

انڪ - نا نا نا! مڻي، مهرباني، ريلوي ۾ هزار پگهار ملندو آهي، سال ۾ ٻي مفت پاسون ڏار سارو هندوستان گهمڻ لاءِ، دوا درمل مفت، هيڏهن مونکي ريلوي ڪوارٽر به مليو آهي.

نڌا - ماڻهو پنهنجو آئينده نقصان لاءِ Risk به کڻندا آهن. چڱو، توکي ڏيڍ هزار پگهار ڏيندا سين، قائمت رهڻ لاءِ ڏاره پاڻ اچن ته مان انهن سان

اَسان توکي رهڻ لاءِ ڪمرو ڏيون ها ۽ توکي
هن ناٽڪ ڪرڻ جو ضرور ئي ڪوڏ پوي ها.

ناٽڪ - ممي، جڳهه ملڻ لاءِ مون سڄي بمبئي جـي
خاڪ ڇاڻي. مرچومل کي وسوئي جي نوڪري
کپندي هئي. اوچتو خبر پئي ته دادا کي وسوئي
جي ضرورت آهي. بس، دادا جي آفيس ٻاهران
بيهي رهيس، انهن کي وسوئي جي نوڪري لاءِ
عرض ڪيم ۽ منت ۾ ڪيل ڪامياب ويو. ائين
ڪيم تو رهڻ لاءِ جڳهه ڏني! ممي، توهان ٻڌايو
ته ڀلا سچائيءَ جـي توهين رهڻ لاءِ ڪمرو
ڏيو ها؟

رتنا - تنهنجا مائٽ ڪٿي رهندا آهن؟ گهڻا ڀائر ۽
ڀينر آهيو؟ تنهنجي ذات ڪهڙي آهي؟ تـو
ڇا پاس ڪيو آهي؟ ڪون نوڪري بـه ڪندو
آهين ڇا؟

ناٽڪ - ممي، ايڏا سوال! منهنجو نالو ناٽڪ واسواڻي
آهي. منهنجا مائٽ پوني ۾ رهندا آهن منهنجو
ڊئڊي سينٽرل ريلوي ۾ اَڪائونٽنٽ آهي،
جڏهين مونکي بمبئي ۾ انسپيڪٽر جـو آرڊر
آيو ته منهنجي ڊئڊيءَ مونکي پنهنجي دوست
لاءِ جـو بمبئي ۾ رهندو آهي اِهي نالي ليٽر
ڏنو هو. پر جڏهين مـان هتي بمبئي ۾ شري

۾ لڳائي، رُکمڻ سان شادي ڪرائي، گهر جمائي
ٺاهي ڇڏيس، اهڙا ڇوڪرا ملن ڪٿي ٿا.
چالاڪيءَ کان ڪم وٺ ۽ رُکمڻ کي سوال ڏي
شيشهن ڪاهي چاڙهي ڇڏ. لوڪي خبر آهي ته
سيٺ پرمانداس ڌيءَ جي شادي لاءِ ٻه لک
روپيا ڏنا ۽ لوڪي گهر ويٺي شهزادو مليو آهي.

رکما - اري! ڇٽين ڇا پيئين!! اهين ڪيئن ٿي سگهندو؟
هي ڪيئن ٿيندا ۽ خود رُکمڻ ڪونه ٿيندي.

ڪملا - ٺيڪ آهي. مونکي ته پنهنجي ڌيءَ سيتا لاءِ
سٺو ڇوڪرو ٿو لڳي. سيتا جي شادي هن سان
ڪرائيندس ۽ هنکي پنهنجي ڌنڌي ۾ لڳائيندس،
منهنجو گهوٽ ته جلدي ٿيندو.

(مرچومل ۽ نانڪ اندر ڪمري ۾ اچن ٿا)

نانڪ - ممي، ڪهڙو حڪم آهي؟

رکما - مرچومل، تون وڃي ڪچن ۾ ڪم ڪر.

مرچومل - (مشڪندو) ها، رکما مائي، مان وڃان ٿو.

(مرچومل وڃي ٿو)

رکما - نانڪ پٽ، مونکي پنهنجي هن ناٽڪ تي سخت
ڏک ٿيو آهي، تون رسولو جو ڪم ڪرڻ آيو
هئين يا لوڪي پنهنجي لاءِ ڪمرو ڪيڏو هئو؟
بهتر ٿئي ها ته تون اسانکي سچ ٻڌائين ها ته

هوٽل ڪيئندس ۽ سڀ هوٽل ڪنهن جي حوالي ڪندس، حال ڀٽي هلي ٿا وسوءِ جو ڪم ڪريون ۽ پاڻ کي وسواءِ چوايون. ناٿڪ ڪي لوهان ونان جا پگهار ملندي آهي، سا هو موکي ڏي ڏيندو آهي. لوهان جي پگهار مان هو پائي به ڪونه ڪڍندو آهي. هو ته گرجت آهي گرجت. بام آم پاس ڪئي اٿائين: هاڻي آم ڪام پڙهندو آهي. ريلوي ۾ نوڪري ڪندو آهي. آفيسر آهي آفيسر. جيڪو ته هتي جي ڪري هيءَ ناٿڪ ڪيو اٿائين ۽ وسواءِ بڻجي ويٺو آهي.

واسا - مٺا، موکي خبر نه آهي ته لوهان ڪهڙو ڪيل ڪيليو آهي. موکي ڪيندو هو وسوءِ ۽ ناٿڪ وسوئي جي نوڪري لاءِ آيو ۽ چڙي واهو تو چرني کي. ته ڇا هو نوڪري به ڪندو آهي؟ ڪي ڪام پاس ڪئي اٿائين؟ سڏ ڪرئس؟ موڪليس موون وقت ته. مان اڄ هنجون ڏاڍيون ڪيدالدس،

( مرچومل ڀٽي ڪمري ۾ وڃي ٿو ) .

ڪملا - وتيا، گهر ۾ اهڙو سٺيو، سهڻو، سٺو جوان ڇوڪرو مليو اٿئي ۽ اڪيومنٽ ڪري ويٺي آهين، ايم ڪام ٿو پڙهي، ريلوي ۾ آفيسر آهي. پنهنجي ڏنڌي

مرچومل- (ٽهڪ ڏئي) ها ها ها ها! ناني! ڪملا مائي،
هيءَ ته، وسهو آهي مهنجو سائي. اسان ٻئي
گڏجي وسوئي ڪندا آهيون. ڪملا مائي، توهان
ته ڪمال ڪري ڇڏيو جو ناتڪ وسوئي کي،
توهان ڪملا مائي جو ناتي بڻائي ڇڏيو.

ولدما - مٺا، بدمعاش، تو ٻڪوڪٽي جي زبان ڪٽي
ڦٽي ڪري ڇڏيندس، تون نالائق ۽ ڇڙهو آهين.
نه کپي مونکي توهانجي وسوئي، ڪڍو نيڙ- وڃو
گهرڻ ٽرو هتان، تو ڇرئي جي مان شڪل
به ڏسڻ نٿي چاهيان. مونکي تنهنجي ۽ هن
ناتڪ جي نوڪري نه کپي. بس، ڪرهو حساب
چڪتو ۽ ٻڌو نيڙ.

مرچومل- مائي، غصو نه ڪر، تو وٽ نوڪري ڇٽي ته مونکي
سيٺ گرمکداس وٽ ملي ويندي. اڳٽين آرتوار
ڏينهن سيٺ گرمکداس مونکي واپس هوٽل لي
اچڻ لاءِ چيو، ايلاج، اصل منٿون ڪري وٺو
آهي. ڳالهه اها آهي ته اڳٽين مهني ناتڪ کي
رهڻ لاءِ جڳهه کپندي هئي ۽ مونکي کپندي
هئي وسوئي جي نوڪري. ناتڪ
اچي مونسان ڳالهه ڪئي ۽ چيائين ته مهنجي
رهڻ جو مسالو به پورو ٿي ويندو ۽ توکي پگهار
به سٺي وٺي ڏيندس. مان ڪاليج پاس ڪري

کولي ٻڌي؟ مرچومل وڃ، وڃي دروازو کول.

مرچومل- مان سوچيو ٿي ته رلنا مائي ته ......

رلنا - (وڇڙ) وري مٺا، مائي ڇٺا، مون توکي هزار دفعا چيو آهي ته ميم صاحب چوندو ڪر.

مرچومل- اڇا، ميم صاحب، مان توهان جو دروازو ڏينهن ۾ سؤ دفعا کولي ٿڪجي پيو آهيان، رلنا مائي، او توهين مائي نه آهيو، ميم صاحب آهيو. سو ميم صاحب مون ٿي چيو ته توهان دروازو کولڻ لاءِ هڪ نوڪر رکو.

رلنا - ٻڌ ٻڌ پيو ڪنڌين ۽ دروازو نه کوليندين، ٻـڌءِ ٻصرمل، مٺي جي ٻڪ. ڇوي ٿو ته دروازو نٿو کولي سگهان! هوءَ ڪلهڪتر آهي. هٿ ڀڃي پيا اٿس.

(رلنا اٿي دروازو کولي ٿي، ٻصرمل ٻاهر وڃي ٿو ۽ نانڪ سيٽي وڃائيندو اندر اچي ٿو.)

نانڪ- هيلو ميمي، How are you. ڪٿي مرچومل، رسوئي تيار ٿي وٺي آهي مان ٻيهڪجي ڪمري ۾ ٿو وڃان.

(نانڪ ٻئي ڪمري ۾ وڃي ٿو)

ڪملا- (رلنا کي) اٿي! هيءُ وري ڪير آهي؟ نالي ته سٺو ڦاسايو اٿئي، وڏي چالاڪ!

منهنجي اچان گهٽي ٽورو ٿي ٿي آهي. گهر وڃڻو
جيڪا موٽل ڀائي آهي اُنهيءَ جي مونسان
ڏاڍي دل آهي، هوءَ وڏوا آهي ۽ پيسو چڱو
اُٿس شادي ڪندس ته پيسو ۽ منهنجو ٿي
پوندو ۽ شواجي چونڪ ۾ چانهه جو دوڪان
ڪيندس، جڏهين ۽ گهر ويندو آهيان ته
اوڏي مهل ٿي موٽل پڇندي ايندي آهي،
هڪو چلم ڏاهي ڏيندي آهي ۽ پوءِ وسوٽي ڪرڻ
کي لڳي ويندي آهي. ٻصرمل- پوءِ مرچومل
دير ڇا جي ٿو ڪرين؟ مرچومل - اَڄ اَلائي ڇو
موٽل مونکي ڏاڍو ياد اچي رهي آهي. هوءَ
چڱي آهي چڱي، اصل چڱي جو ٽڪو آهي.
اَما مالڪي اَڪبراس وانگر نه هاڻ اُٿس ۽....
(اوچتو دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي)
مرچومل- منهنجو وس پڄي ته هن هڪڙيءَ گهنٽيءَ کي
دنموق هٿي ختم ڪري ڇڏيان ٻصرمل، خبر
خبر نه ٿي پوي ته هيءَ گهنٽي دروازي جي
آهي يا ٽيلفون جي. آواز ٻنهي جو ساڳيو آهي.
هاڻي مان ڇا ڪريان، دروازو کوليان يا ٽيلفون کڻان.
(ولما پنهنجي ساهيڙيءَ ڪملا سان اندر اچي ٿي)
ولما - ڇو، ٻنهي جي ڪنن ۾ ڪهڙي ٿي آهي ڇا
ٻوڙا ٿي ويا آهيو؟ ايڏي گهنٽي وڳي ته توهان

رتنا - مرچومل، تون هلُ اندر ۽ وڃي پنهنجو ڪم ڪر،
تون به نقلي، تنهنجو پرسومل به نقلي ۽ تنهنجو
نانڪ به نقلي.

مرچومل- (ڏوليءَ جي لانگهه ڏاهيندي) مان نقلي آهيان
ته مان وڃان ٿو ڪوٽ واپس. هينئر اِي اُپڙ ٿو
پدان. منهنجي بي عزتي ٿي ڪري هن ٻئي
واريءَ پاپڙن واريءَ مائيءَ ساڻهون پس، ڪان
هيٺ ڪم نه ڪندس، هاڻي هيءَ هڪ ڏڏ
رهڻ جهڙو مڪان آهي.

رتنا - مٺا، ٿوڪي ته جن ٿو لڳي جن، وڃ، وڃي پنهنجو
ڪم ڪر. ها، مائي تون به ڪلو پاپڙ، ڪلو
ڪيچا، هڪ شيشو ڪٽائڻ جو ڏئي وڃ. هيءُ وٺ
ٽيهه رپيا، حساب ٻئي دفعي ڪنداسين. ها،
ٻئي هفتي وڏيون ضرور کڻي اچج. پر سٺيون هجن.

(پاپڙن واري مائي شيون ڏئي وڃي ٿي. ۽ رتنا ۽
ڪملا ٻئي ڪمري ۾ وڃن ٿيون)

مرچومل- هن گهر ۾ ڪنڌيءَ نه ڪٽ پٽ ۽ فساد آهن!
مان ته اچي ڦاٿو آهيان.

پرسومل- تون جيڪر شادي ڪرين ها ته ڪيڏو نه، تون
سکيو هجين ها. مرچومل- ها يار، جال هجي
ها ته هوءَ منهنجي سيوا ڪري ها. پائو، سچ
ته مان هينئر به شادي ڪري سگهان ٿو. عمر

صرمل- راما مائي، هيءَ پاپڙن واري ڪٽائڻ ڏني رهي هئي پاسي واريءَ مرهٽي مائيءَ لاءِ. مرچومل مونکي ٿي چوي ته اها مائي آهي ڪٽڻي ۽ راڪاسڻي.

(بصرمل ڌوتيءَ جي لانگ ٺاهي ۽ ٻڌي ٿو)

چومل- (خوش ٿي) لوهان مائي، ڇا سمجهيو ته مان لوهان لاءِ ٿي چيو؟ مائي، رام رام چئو رام رام! ڀڳوان نه آهي اهڙا شبد منهنجي وات مان ڪڍائيندو. لوهان مائي آهي ساکيات لڇمي درگا مالا، لوهان آهي مائي ......

ـا - (وچ ۾) مٺا بصرمل، تون به هن چريي مرچومل سان بت آهين، مرچومل، مون توکي لک دفعا چيو آهي ته مونکي مائي نه، پر ميم صاحب ڪري سڏيندو ڪر، (پاپڙن واريءَ کي) ها، ڪو پاپڙ ۽ ڪٽائڻ آندا آهن؟

ڙن واري- ها پڻ، پاپڙ، کيچا، ڪچريون، ڪٽائڻ، گرم مصالح، گاڙها مرچ آندا آهن اسانجي اصلي پيسو پساريءَ جو مال آهي.

چومل- اصلي ۽ نقلي پيسو پساري به، ٿيندا آهن ڇا؟

موجومل- ڇا آهي؟ اندر ڇو ٿي اچن؟ بصرمل، ڇا هيءَ
گهڻي هيٺي پيءَ جـــي آهي جو ڏهه ڏينهن
وڃائي اٿانئن؟ مائي، ڇا ڪيئي؟ ڇا آندو اٿئي؟

بصرمل- مٿي چڪيدار لوڪي مٿي اچڻ ڪنهن ڏنو؟

پاڙون واري- ڪتائڻ ۽ پاپڙ آندا آهن، رلنا مائيءَ چيو هو.

موجومل- (وڇارا ڏئي) رلنا مائيءَ چيو هو!! نه ڪوئي
پاڪستان جي اها ڪمي ناسي ڪتائڻ. لوڪي
رلنا مائيءَ اڳئين ڏينهن چيو هو نه، ته آئينده
اها ڪمي باسي ڪتائڻ نه ڪٽي ايندي ڪر؟
لوهان جالن نه مٿي ۾ سور وڌو آهي. جـــي
اهڙيون ڏهه جالون روج آڻيون ته ڏهه ڏينهن دروازو
ڪولڻ ۽ پائڻ ۽ لوهان سان مڪيج هٽڻ ۾ ئي مٿي ۾
سور پئجي ويندو. لوڪي اڄ ئي خبر آهي ته
مائي آهي ڪتهڻي ۽ راڪاسڻ ۽ ممم......

( اوچتو ڪمري ۾ رلـــنـــا ۽ سندس ساهيڙي ڪملا
اندر اچن ٿيون )

رلنا - مٺا، تو هينئر ڇا ٿي چيو؟ تنهنجي زبان ڪي
ڪٽي ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏينداس. ڪير آهـــي
ڪتهڻي ۽ راڪاسڻ؟

موجومل- (بصرمل ڏي منهن ڪري آهستي چوي ٿو) ٻار
بصرمل، اڄ ته ٻه ڏوه ڪال جي چوي ۾ ڇوڪريون
پڪڙيو آهيان. لون مرنڪي ڏڄاءِ.

نه ڄرور ٿي وڄندو هوندو ؟ ........

( وري گهنٽي وڄي ٿي )

مرچومل- آئيس، گهنٽي ٻائي آئيس! ٻه منٽ به مٺي نٿي ترسين! ڄڻ تنهنجي گـاڏي ٿي ڇٽي وڃي! سڄو ڏينهن پئي ٿي ٽان ٽان ڪري، يار بصرمل، هن گهر ۾ جيترو هيءَ گهنٽي ٿـي ڦاٽي اوترو والهاو به ڪونه ڦاٽندو هوندو. هڪ پاسي هيءَ گهنٽي ٿي ڦاٽي ته ٻئي پاسي مٺو ٽلفون ٿو وڄي.

بصرمل- مرچومل يار، تون پنهنجي سيٺ کي چئه تہ هو ٽلفون ڪٽڻ ۽ دروازو کولڻ لاءِ هڪ ماڻهو رکي.

مرچومل- يار، سچ چيو اٿئي! مان تہ اڄ وچ ۾ ٽنگجي پيو آهيان. اڃا مونکي دروازو کولڻ نہ وسري ويو. ڀڪ ولنا ٻائي آئـــي هوندي. بس هاڻي ٽيمدي مائيءَ جي ٽان ٽان شروع، مان به هدسان اَڄ هڪ هڪاڻي ڪندس.

( وري گهنٽي وڄي ٿي )

مرچومل- ٺوڪ! آئيس، ولنا مائي! آئيس، اڌ منٽ دروازي تي نٿي بيهي سگهين؟ ٽڏهين تہ ٽن ٽن وانگر ٽلهي بند ٿي پئي آهين.

(مرچومل دروازو کولي ٿو تہ هڪ پائرن واري مائي اچي ساڙهي پهريل ٿي چار ٽلهون کڻي اندر ڪمري ۾ اچي ٿي.)

مرچومل- (ٽيليفون کي ڇڏي ڏئي) هٽنت ٿي! ڦِٽ گهڙا آئي! لک لعنت اٿئي! شل ٽلفن جا ڀڃا ڪاٽو ٿيندين، شل تنهنجو وري آواز نه نڪرندو، شل گونگو ٿي ويندين، شل مري ويندين، شل تنهنجي ڪائي ڪڇندي، شل .......

( وري گهنٽي وڄي ٿي )

مرچومل- توبهه! بس، وري گهنٽي! (ٽيليفون جو رسيور کڻي) هالو! هالو!! هالو!!! اَڙي ٻچومل، مونکي نه آواز پورو پڌرو ٿو اچي. تون اچي هن ٽلفن سان مڪاڄ هڻ. ها، هولڊار! هولڊار!! ميرا دوست ٻچومل آپڪي ساٿ ڳالهائتا هي..

ٻچومل- هلو! هلو!! ڪير آهي؟ جـو سان ڳالهايو، آپڪا نـام ڪيا هي؟ آپڪو ڪيا ڪپ-ي؟ سپرنٽينڊنٽ؟ نه، نه، هيءَ سپرنٽينڊنٽ ڪا گهر نه آهي. لانگ نمبر پليس! لانگ نمبر پليس!

(ٻچومل زور سان ٽيليفون جو رسيور هيٺ رکي ٿو ته وري گهنٽيءَ جو آواز ٿئي ٿو)

ٻچومل- مرچومل، هيءَ دروازي جي گهنٽي اٿئي. شايد تنهنجي سينياٽي آئي آهي.

مرچومل- توبهه! سارو ڏينهن ٽلفن ۽ دروازي جون گهنٽيون ٻڌي مان چريو ٿي پوندس، سارو ڏينهن دروازي ٽائون اچ وڃ ڪندي منهنجو روح ئي ڪوهه پيو

نه ڪجهه به چورڻ ڪان چرڪي پئي، جڻ نڪي
پيئي. پر بصرمل، مونکي ڇو ٿي ڏسين؟

بصرمل- ڪهڙو چانورن مان ڪچرو ڪڍيو اٿئي! هيءُ
چانور ڪو گهٽ ۽ ڪچري سان ڀريل آهن!
گهٽن ۾ پنهنجي رنڌا ٻائيءَ جي گهر اچي ڏهرو
ڇماهو آهي. سنڌ ۾ ڪهڙا نه سٺا چانور ملندا
هئا. مونکي نه لاڙڪاڻي جي سگداسي چانور
ٿا ياد اچن.

مرچومل- پر رنڌا مائي اهڙو شاهوڪار هوندي راشن جا
چانور ڇو ٿي کائي؟ هوءَ اهڙي ڪنجوس ڇو
آهي؟ مٿي سرڪار به، مٽيءَ جا ٻڪ ڀري ٿي
چانورن ۾ وجهي. شل بدمعاش واپاري مري ڪاڻي
وڃن، شل هيضا پوندن، شل ڪين پيٽ ۾ سور پوندو،
شل سندن منهن دانگيءَ سان ڪارو ٿيندو، شل....

(ٽيليفون جي گهنٽي وڄي ٿي. مرچومل چانورن جي
ٿالهي هٿ ۾ کڻي هلندو دروازو کولي ٿو)

مرچومل- بصرمل، اڙي، هتي ته ڪوبه نه آهي. پر گهنٽي
ته اڃان وڄي پئي.

بصرمل- مرچومل، هيءَ ڪار مٿي ٽلفن جي گهنٽي اٿئي.

مرچومل- ٽلفن جي ٻچي، شل مار پوندءِ، شل هيضا پوندءِ.

(مرچومل ٽيليفون جو رسيور کڻي ٿو آهي ته گهنٽي
بند ٿي وڃي ٿي.)

مـان ونـسي اڄ، ڪپڙا استري ڪري، سارو ڏينهن، مرچومل، ڪم ڪرڻ کان پوءِ بہ، مائي خوش نہ آهي.

مرچومل- اڏهين تہ مـان چوندو آهيان تہ انهيءَ کـان ڪلباٽيءَ ۾ هوٽل جي نوڪري سٺي. ۽ پگهار، کاڌو ۽ گراهڪن مان ڪمائي ڌار. وڏي ڳالهہ تہ سمنڊ وٽ ڪت پٽ ڪرڻ هوندي هئي.

ٻصرومل- ڪلباٽيءَ ۾ آهي مڇر. سچ تہ ڪلباٽي آهي سڄي. جيڏاهن نهار سڌي نـسي سڌي. اصل اکين آڏو پيو مڇر اچي لو وڃي، يار مرچومل، مان سچ ٻڌايان تہ مـان جڏهين بہ ڪلباٽيءَ ويندو آهيان تہ مونکي نبو آدم ياد ايندو آهي. سڀڪو جو چوڻ تہ بلڪل نبو آدم جي سڪ لاهيندو آهي. مڪئي جا ڀيهہ، دال مڱ، چـولا دٻـل، دال پڪوان، سيرو مـالپورو، فلـودو آئيسڪريـم، ڪاغ تہ مڇر اچي وڃـي. والو آگرهون چٽ!

مرچومل- ڪلباٽي آهي بهشت، ڪلباٽي آهي سرڳ پري، ڪلباٽي آهي سنڌڙي، (چانورن جي ڳالهي هيمن رکي ٿو) يار ٻصرومل، اڄ تہ ڏاڍي دير ٿي وئي آهي. چاڻ مائي آئي ۽ ڪندي دانهون ۽ رڙيون. ناڪ تہ سڄو ڏينهن هليو ٿو وڃي، انهيءَ کي

اهڙي سيٺين جي نوڪري ڪرڻ کان ته ڪلارڪيءَ ۽ هوٽل جي نوڪري ڀلي.

بصرمل - ها، ڀوڳ ڀوڳ تو ڇٽين ڀوڳ. هوٽل جي نوڪري ڀلي ڀلي! ها مرچومل، ٿوري ناس ته ڏي.

(مرچومل بصرمل کي ناس جي دٻي ڏئي ٿو. ٻئي ناس نڪ ۾ وجهن ٿا ۽ ڇڪون ڏين ٿا. مرچومل جي ڏولي ڀري ٿي وڃي ٿي. هو ڏوليءَ جي لانگ ٻڌي ٿو.)

مرچومل - بصرمل، مونکي هن ڏوليءَ کي ڇڏي ڏيڻو پوندو. هن ڏوليءَ سان مونکي هرڪو ڀيرو ڀيرو ٿو سمجهي ۽ سڏ ڪري ٿو چوي "او ڀئيا! او ڀئيا!!"

بصرمل - مون سان ٻه ساڳي ويڌن آهي ۽ مان به ڏوليءَ مان تنگ ٿي پيو آهيان.

مرچومل - ڏوليءَ کان وڌيڪ بصرمل، مان هن وڏا پائيءَ مان تنگ پيو آهيان، اصل مدت آرام ڪرڻ نٿي ڏئي.

بصرمل - تنهنجي سيٺياڻي جن آهي ته منهنجي سيٺياڻي راڪاسڻ آهي راڪاسڻ مونکي ته گڏهه وانگر ٿو ڪم ڪرڻو پوي. مارڪيٽ مان ڀاڄيون وٺي اچ، ماني ڪر، گهر جي ڇنڊ ڦوڪ ڪر، ٻارن کي اسڪول ڇڏي اچ، وري ٻارن کي اسڪول

مرچومل- (ٿڪ ۾ ٽاس ڏئي) منهنجو نالو ڪنٿمل نه،
پر مرچومل آهي، مرچومل. (ڇڪون ڏئي ٿو؟
ٽوال سان منهن اگهي ٿو.)

رنڊا- ها، ها، مرچومل!، تنهنجو نالو هاڻي ڄاڻان ٿي
وڃو. اٿو، منهنجي رسوئي تياهيو. ڪچن ۾
فرج ۾ ڀاڄيون سڀ پيون اٿو.

نانڪ- ممي، توهين بي فڪر ٿي آرام ڪريو. اسين
سڀ ٺاهي وٺنداسين.

رنڊا- وري موکي ممي ڪري سڏيئہ. ٽون موکي
ممي نه، پر ممي صاحب ڪري سڏ.

نانڪ- منهنجي ماءُ ننڍي هوندي ئي سرڳواس ٿي
ويئي هئي هاڻي مان توکي ممي ڪري
سڏيندس. منهنجي ممي به تو واٽگر هوندي
هئي. ممي نه پيار ڀريو اکر آهي.

( پردو ڪري ٿو )

.... ... ....

پردو ٻيو.

( ڪمري ۾ مرچومل ڇانور صاف ڪري رهيو آهي. هٿن ۾ ٿالهي آٿس. ڇانورن مان پٽر ڪيڏي هيڏانهن هوڏانهن ڦٽا ڪري ٿو. هنجي پرسان سندس دوست بصرمل ويٺو آهي.)

مرچومل- بصرمل يار، مان به ڪٿي اچي ڦاٿو آهيان،

ڏس، جي توکي پسند نہ آهي يا ٺيڪ نہ لڳي،
تہ هيڪي وچ ۾ ئي پگهار ڏئي ڪڍي ڇڏج ؟....

(دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي ؛ سيٺ رامداس
دروازو کولي ٿو. نانڪ ڪاڪي مرچومل سان گڏ اندر
اچي ٿو. مرچومل کي هٿن ۾ ٿي ڏولي ؛ مٿي خميص
ٿي آهي. ڪلهي تي ننڍڙو ٽوال اٿس.)

مرچومل- (ٽوال سان منهن اگهي) سائين رام رام، مائي-ي
رام رام، هري رام.

رامداس- تون برابر وسيلو پيو نظر اچين.

مرچومل- (ڏوليءَ جي لانگ ورائيندي) سائين مان توهان
کي برابر وسيلو ٿــو نظر اچان! مان تہ سچ پچ
وسيلو آهيان. منهنجو بابو بہ سائين جيرامداس
جي گهر وسيلو هوندو هــو. مونکي سڀ رڌڻ
ايندو آهي گوشت، مڇي، مرگي، مکبج، ٻاجهرون،
ڪوفتا، چانورن، سنبوسا، جيڪي حڪم ڪندا
سو توهان کي ناهي ڏيندس.

ـلـنـا- (خوش ٿي) تمام سٺو. مونکي تو جهڙو ئي وسيلو
کپندو هو، جنهن وسوئي لاءِ منهنجي سالن کان
دل هئي، اهو وسيلو مونکي اڄ مليو آهي. توکي
ڏسي، ڪنٽومل، منهنجي دل خوش ٿــي آهي.
ڪنٽومل، توهين ڪم اڄ کان ئي شروع ڪريو.

رتنا - مونکي هيءَ وسوسو ٺيڪ نٿو لڳي. مٿو ٻهل ٻاٽم
پائي، ٺڳن سان اٽڪڻ وارو ڪو گهمي. پڪهار
ڏيڍ سؤ روپيا، ڪوئي سهڻو لاءِ ڌار ۽ مونکي
وري سڏي ٿو ممي!

رامداس - مهني لاءِ هنکي رکي ڏس. تنهن کان سواءِ هو
پاٽسان ڪنٽمل، ته ته، هن مٺي جو نالو ڇا هو؟
ها، هاڻي ياد آيو، مرچومل - هو پاٽسان ڪـند
ڪاڪي مرچومل کي بـ، وٺي ٿو اچي. ٽوڪي
چڱ به نوڪر ملي ويندا.

رتنا - مٺا ڪائيندا ڪوله ڇا؟ توهانکي ڇا آهي؟ مان
اها ڪفايت نه ڪريان ها ته ڇا توهانکي ڌنڌي
لاءِ پئسا ٿين ها. پورا چاليهه هـزار روپيا مون
اڪائي ڪنا ڪيا هئا، جي مون توهانکي ڌنڌي
لاءِ ڏنا. مونکي هيءَ ڇورو اصل نٿو وڻي، جڻ
ته لوفر ٿو لڳي. مونکي ته توهان تي عجب ٿو
لڳي ته گهر ۾ جوان.جماڻ ڌيءَ هوندي توهان
هنکي آندو ڪيئن؟

رامداس - تون ته بلڪل جرياڻپ پڻي تي ڳالهائين. آلائي
اُهڙا گندا ويچار تنهنجي من ۾ اچن ڪيئن ٿا!
تون سمجهي ٿي ته اسانجي رهو.... هون هون!
ناممڪن! حال لـ، هن کي ڪجهه ڏينهن رکي

چوڻون شرط نه اسانکي هڪ لنديءَ کوٺيءَ جو
بندوبست ڪري ڏيو.

ـلـدـا - پڪو ٿا هن مڻي جون ڳالهيون ؟ هيءَ وسرايو نه
ٿيو جڏ اسين مصيبت خريد ڪري وٺيا آهيون.
انترا شرط نه پاڻيواري ڏنڌي بر مولچند پ. توهان
سان ڪونه وڌا هئا.

امداس - هيءَ پاڻيواري نه آهي پر هيءَ نه وسرايو آهي.

ـلـدـا - مڻا، ڪٿي آهي تنهنجو ڪاڪو ڪنٽمل ؟ وٺي
اچنس مڻي ڪنٽمل کي مان پ. نه هنکي ڏسان
نه ڪهڙو آهي مڻو ڪنٽمل !

ـانڪ - مون توهانکي پنهنجو شرط ٻڌايو نه توهان ڪوبه
خراب اکر، خاص ڪري "مڻو" اکر ڪم نـه
آڻيندا. منهنجو دوست، جو مون سان گـڏ ڪم
ڪندو، تنهن جـو نالو ڪاڪو ڪنٽمل نـه پر
ڪاڪو مرچومل آهي. چڱو مڻي، مان ڪاڪي
مرچومل کي وٺي ٿو اچان.

ـلـدـا - ترس، تون پـڻ مونکي مڻي نه، پر مير صاحب
ڪري سڏيندي. مڻو، آپـو آهي وڏو مونـکي
مڻي چوڻ !

ـانڪ - تون منهنجي مڻي نه آهين ؟ مـان توکي مڻي
ڪري چوندس.

( نانڪ وڃي ٿو )

رامداس- اڙي، چيومانس ته هفتي ۾ ٽوڪي هڪ ڏينهن
موڪل ڏيندا سون. تنهن سواءِ ماني مفت ملندءِ،
ڪپڙو لٽو به پيا ڏيندا سونءِ، بس، جلدي ڏيڍ
سؤ روپيا قبول ڪيائين. توهان زالن جو راڄ
ٿئي ته پوءِ ٿي پيش لڳي. ڪنهن جي گهر ۾
رسوئو بيهي ٿي ڪونه.

نانڪ- پر مهنجا چار شرط آهن جي توهانکي مڃڻا پوندا.

رلمسا- مڃيا، تنهنجا چار شرط وري ڪهڙا آهن؟

نانڪ- پهريون شرط ته مان بيل بانم پائي ڪم ڪندس،
انهيءَ ۾ توهين دخل نه ڏيندا.

رلمسا- مڃيا، بيل بانم پاءِ يا ڏوڙي پاءِ، انهيءَ ۾ اسانجو
ڪهڙو واسطو. صرف ڪاڌو سوادي ۽ لذيذ هجي.

نانڪ- ٻيو شرط اهو آهي ته آئينده توهان مونکي
ڪنهن به خراب اکر "مٺي" يا ٻئي اکر سان
نه سڏيندا.

رلمسا- ٺون ته ڪو وڏو ڪليڪٽر آهين. رسوئو نه ٿيو
چڱ مصيبت ٿي. ها ٽيون شرط ڪهڙو آهي؟

نانڪ- ٽيون شرط اهو آهي ته مونسان ڪنهن ڪاڪو
مرچومل به ڪم ڪندو جنهن جي پگهار توهانکي
ڏيڻي ڪونه پوندي. بارهن ئي ڪلاڪ ڪاڪو
مرچومل ڪئين ۾ ڪم ڪندو ۽ رهندو به هتي.

(نانڪ دروازي طرف وڌي ٿو)

ترپتا- مٺا، ايڏي اُڃ، مدت ويهه نه سهين (نانڪ واجهي ٿو)
چڱو توکي سوا سؤ بجاءِ ڏيڍ سؤ روپيا ڏينداسين.

نانڪ- نه نه، ٻه سؤ کان، مان، هڪ ڪارو پئسو به
گهٽ نه وٺندس. جي منظور هجي ته حڪم
ڪريو نه ته مان هلان ٿو.

(نانڪ دروازي طرف وڃي ٿو)

ترپتا- مٺا، تون ته وڏو ڪو لالچي آهين! توکي
ڪپڙو لٽو، سوڌو خميس ڏينداسون. هاڻي ته
خوش ٿئين نه؟

نانڪ- مون توهانکي چيو نه جي ٻه سؤ روپيا ڏيو ته
واه. سچ ته توهانکي وسهو کپي ئي ڪونه.
چڱو، سائين. مان هلان؟

رامداس- (نانڪ طرف وڌي هن کي آهستي چوي ٿو)
توکي ٻه سؤ پگهار کپي نه؟ ڏيڍ سؤ توکي
ميم صاحب ڏيندي ۽ پنجاه توکي مان ڏيندس.
تنهنجو ڪم ٻن سوَن روپين سان نه؟ تون اَڄ
کان ئي ڪم شروع ڪر.

نانڪ- مونکي منظور آهي. مان اَڄ کان ئي ڪم شروع
ڪندس.

ترپتا- (رامداس کي) توهان هنکي ڪن ۾ ڇا چيو؟
ڪهڙو جادو پڙهيو جو جلدي قبول ڪيائين؟

رتنا - اڳ-ي ٽيهي کي سؤ رپيا ڏيندا هئاسين. تون سڌي آهين، لڀهن ڪري. توکي مهرباني ٿا ڪريون ۽ توکي سوا سؤ ڏينداسون.

نانڪ - (ڪنڌ لوڏي) بس! سوا سؤ روپيا پگهار!! اها به ڪا پگهار آهي؟ ٽنڊڪ ۾ ٽنهوالي کي ته پگهار ملندي آهي چار سؤ روپيا. چڱو سائين، مان هلان ٿو. سوا سؤ روپين تي نوڪري ڪرڻ کان ته ڪمچو ڪلهي وجهي ته به ٽسي چار سؤ واه جو ڪمائيندا.

(نانڪ اٿي بيهي ٿو)

رامداس - نانڪ، ترس، ترس. آخر، تون به ته چئه؟ توکي گهڻي پگهار کپي؟

نانڪ - سائين، ٻه سؤ روپيا پگهار ڏيو ته ٺيڪ آهي. مان ٻين نوڪرن وانگر ٻاجهون ٽنهن؟ ٻين شين وٽي اچڻ مان ڪميشن ڪونه ڪٽيندو آهيان، ڪٿن مهي؟

رتنا - ٻه سؤ روپيا پگهار! ڇا، تنهنجو مغز خراب ٿيو آهي ڇا؟

نانڪ - سائين، چوڪيدار ۽ لفٽ مئن جي به اڄ ڪالهه ٽي سؤ پگهار آهي. مان ته صرف ٻه سؤ روپيا پگهار گهري رهيو آهيان. وڌيڪ توهان جي مرضي. چڱو، مان هلان ٿو.

رامداس - وسنتي ٽان نه، نه ڇا لنڊن مان تنهنجي لاءِ وسرو
وٺي ايندس. وسوٽي لاءِ مون ڪيڏي مٺاڪت
ڪٺي آهي، لنهن جي مونکي ڄاڻ آهي. لوڪي
ڪهڙي نه وڏي سڌي وسرو! هيءَ سڌي آهي
سڌي!! نالو اٿس نانڪ.

ولـنـدا - پر، پـــر هيءَ وسرو جو ڪم ڪري سگهندو؟
لڳي ٿـــو، هـوُ راجهش ڪڏا ۽ امتاب ...
وانگر ٿو.

نانڪ - مڙي، مان گهر مان نڪتو هوس تـــه وڃي فلم
اٽڪتو ٿيندس. فلم ۾ اٽڪنگ جو پارٽ تـــه
ڪونه مليو پـــر ڳڏو ڳڏ نوڪري به ڪونه ملي.
پڪ ۾ مرڻ ڪان، مڙي، بهتر آهي ته وسرو جي
نوڪري سڻي. وسوٽي نه پيٽ ڀري ڪائيندس،
مان اٿمن ٿي سمجهندس تـــه فلم ۾ وسرو جو
پارٽ مليو آهي.

ولـنـدا - پر لوڪي رڌڻ پچائڻ ايندو آهي؟

نانڪ - منهنجي مڙي لنڊي هوندي ئي سرڳواس ٿـي
وئي، انهيءَ ڪري مونکي ڪاڌو پاڻ ٺاهڻو پوندو
هو ۽ رڌڻ پچائڻ ۾ هوشيار ٿـــي ويس، معاف
ڪجو، پر ڪهڙي ڪٽ پٽ ڪـــان منهنجي پگهار
اڳواٽ مقرر ڪري ڇڏيو ته سٺو.

ڏاڍو ٻڌو مٺو ملي ٿو نه؟ ڪلياڻ ۾ ٻه ٻه دفعا
رسوئي لاءِ مان ٻاڻ ڏڪا کائي آئي آهيان پر مٺو
رسويو نه مليو آهي. هن ڪسي اَڄ ڇهو هوم ته
رسويو وٺي اچجو......

(اوچتو دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي)

رتنا - اڇو! شايد اچي ويا. اَڄ ته انجام ڪيو هئائون
ته رسويو ڪٺي ٿي، ڪٿان به ضرور وٺي ايندا. اَڄ
جي رسويو نه وٺي آيا ته مان به هن سان هڪ
هڪاٽي ڪندس، اصل ٻڪ هڙتال ڪندس.

(رتنا دروازو کولي ٿي. سيٺ رامداس هڪ شخص
سان گڏ جو اَنگريز وانگر ٿو لڳي، اندر اچي ٿو.)

رامداس - رتنا، تنهنجي لاءِ اَڄ آخر رسويو وٺي آيو آهيان
هاڻي ته خوش آهين نه؟

رتنا - رسويو! ڪٿي آهي رسويو؟

رامداس - اَڙي! ڏسين نٿي؟ هيءُ ٿي ته آهي رسويو،
مولڪي رستي لڳي گڏجي ويو ۽ وٺي آيو مانس،
سندس مائٽ پوني ۾ رهندا آهن. ڏسڻ ۾ سٺي
خاندان مان ٿو اچي. ڇوڪري ٿو ته هوُ سڀ ڪجهه
ٿاهي جاڻي......

رتنا - (عجب ۾) هان؟ هيءُ! هيءُ رسويو آهي!! هيءُ
رسوئي جو ڪم ڪندو؟ سو به هيءُ! هن کي
رستي تان وٺي آيا آهيو؟



ناٽڪ

# رسويو

ليکڪ: ريلو گيهاڻي

( سيٺ رامداس جي زال رتنا پنهنجي گهر ۾ ڊرائنگ روم ۾ صوفا تي ويٺي آهي. ديوار تي ٻه ڪئليڊر ۽ گرونانڪ جي مورت ٽنگيل آهن. صوفا ڀرسان ننڍڙي اسٽول تي ٽيليفون پئي آهي. پٽ ۾ غاليچو وڇايل آهي.)

رتنا - (پاڻمان ئي ڳالهائي) توبه... توبه! مان تہ سڄو ڏينهن ڪم ڪري اصل ٿڪجي ٿي پوان. رسوئي ڪرڻ لاءِ ڪو نوڪر بہ نٿو ملي! جي ڪٿي ملن بہ ٿا تہ اهي آهن بدمعاش، چور ۽ ڊاڪو. ڪو سنڌي سچائل رسويو ملي وڃي تہ جيڪر هن ڪڄن جي ڪچر کان تہ ڇٽي پوان! پر سنڌي ماڻهو هلائي جاڻن راڄ ۽ ڪري جاڻن ڌندا! سي ڪٿان ٿا رسوئي جو ڪم ڪن؟ ڇو تہ گهٽائي ڪئي آهي تہ ڪٿان رسويو آڻي

گهوٽ راجا بڻائي، ڪٺي وڃڻ ڏيءُ لي وهاريائون ۽ برابر مهورت جي وقت تي شادي ٿي گذري. واڌائون وري ويئون. ڪنواريتا ۽ گهوٽ ڪانڌ ولنا.

هوڏانهن جي ڌرمشالا ۾ لالچي جساڃي وٺنا هئا ۽ وٺي انتظار ڪمائـــون لجهو ته ڪنوار پيءُ ڏهه هزار ڪٺي اچي ته اسانکي مڙ ممت ڪري مڃائي ۽ ڪاڌا پيتا ڪارائي. سي وٺي ويهي رڪا ۽ جاچي ڀـ جي بڪاڻـــل هوا، جن کي ڪو ڪاڌو پيتو نـ مليو هو. سي ڇوڪر جي پيءُ کي مهڻا ڏيڻ لڳا ته "جي اهڙي لالچ هيئه ته اسانکي ڇو وٺي آئين؟"

لالچي گهوٽ پيءُ بـــزار مان ڪاڌو گهرائي پنهنجي عزيزن کي کارايو ۽ هڪ ماڻهوءَ کي موڪليائين تـ ڏسي اچ ته ڪنواريتا ڪهڙي پاڙيءَ ۾ آهن.

ٿوري وقت کانپوءِ سڌڻ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو ته "هتي ته واڌايون وري ويئون آهن. شادي به ٿي وئي. توهين وڃنا هٿ ڌوڙ پائجو.

آڌي رات واري گاڏيءَ ۾ اها ڪوڪلي جنهن ســوني جڳهور ويئي ۽ وري ڪـــ ڪين ڪا اهڙي ماڻهي پنهنجي پٽ لاءِ نه آئي.

لڏهين مونکي به اها آڪاڻي ياد آئي ته "سا ڪلونتي، جا پٽي ڪل ٿاري."

★

جا اهي بن پرينندا (يـا نظرا سهندا) مان انها شادي نه ڪندس.

ڪنوار ماءُ: ”چوري، تنهنجو ڇا وڃي. تون مـانـ ڪري وٺ. مان جاڻان، پٺهي جاڻي. دنياداري به آهي ڪين نه؟ ڪير به نه وٺندءِ ڪنواري رهجي وينديئن.“

ڪنوار: ”امڙ، اهڙن ماڻهن سان گڏ ڪرڻ کان مان ڪنواري رهڻ پسند ڪندس.“

ڪنوار ماءُ، ڪنوار ٻئي ۽ ٻيا سڀ عزيز منجهي ويا ته هاڻ ڇا ڪجي. ڪي چون ته حال ۾ هزار ٻري شادي ٿي وڃڻ ڏيو. ڪي چون ته پاڻي، هيءَ ڪـ، حد درجي جي نالائقي آهي.“

آخر هيءَ مهل هڪ سنو وڏندڙ ڇوڪر جو ڪنوار جي ڀاءُ جو سنگتي هو ۽ دوست ڪي ڀيڻ جي شاديءَ ۾ مدد ڪرڻ آيو هو. تنهن پنهنجي سنگتيءَ کي چيو ته توهانکي اعتراض نه هجي ته مان تنهنجي ڀيڻ سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. اوهانکي جيڪي به رضا خوشيءَ وٽـي سو پنهنجي ڌيءَ کي ڏجو. مان ڏول جي بلڪل بر خلاف آهيان.“

هڪدم سڀ گهر جا وڏا گڏجي ڇوڪر کان پڇڻ لڳا ته ڪهڙيءَ آڪهه جو آهين؟ ڇا ڪرڻ ٿو؟ سڀ ڳالهيون پسنديءَ جهڙيون لڳيون. سو هڪدم ڇوڪر کي ڏڪي ۽

ڇو ٿي ڏٺي!

ڪنوار پيءُ: آدل، ڏي وٺ کي ڇڏي ڏيو، اوهين روئي نه ڪاٽيو.

گهوٽ پيءُ: نه سائين. اول ڏهه هزار نه ڏيندا ته مائٽي ڇڏي.

ڪنوار پيءُ: سائين اسان گهر وارن سان به صلاح ڪريون ته پوءِ جواب ڏئي سگهون. تيستائين اوهين جلد بازي نه ڪريو.

گهوٽ پيءُ: ”نه وڃي گهر وارن سان صلاح ڪري اچو. پوءِ ڪا ڳالهه ٿيندي.“

ڪنوار پيءُ پنهنجي ٻين عزيزن سان گهر موٽي آيو ۽ اچي گهر وارن صلاح ڪيائين.

ويچارن جا رتا ڏيکڙا لهي ويا. نه هارڻ ڇا ڪجي. ڪنوار ماءُ ٽيٽ ڇيو ته اتهن ٻن هزارن جو گهٽو ڪاٽي ڏيو. ڇوڪري ونڌاهه ۾ وڌي آهي، جيسي هينئر مائٽي ڇڏي ته ڇوڪريءَ کي داغ لڳندو. ٻيو گهر به ڪو هڪيو وڌو نه نه آهي.

اڇا انهيءَ ڳالهه ۾ هيٺا ته ڇوڪريءَ ٻاهر اچي چيو ته ”بابا، مان اهڙن ماڻهن جي گهر سان ناتو رکڻ نٿي چاهيان. مهرباني ڪيائي ڇون ٿا ته ٻه هزار وڌيڪ ڏيو. اسان جي گهر پنهنجي ڇرندا ته ۱۲ هزار ڏيو ته وڌي ٻڌاهڻي نه ته موٽي ٿا وڃون. لطهڪانپوءِ به ڪهڙي خبر ته هو ڏڻا وار لي پيا اهڙي ڏانڊل ڪندا. پوءِ اوهين سدائين پيا انهن

پيئارين. ڪنهن هڪدم براهمڻ کي پاڻي پيئاريو.

براهمڻ پنهنجي ڪم مطابق آلاپيو، ”ڪا ڪلونتي، ڪا ڪلونتي.“

هڪدم هڪ ڇوڪريءَ جواب ڏنس، ”سا ڪلونتي جا پئي ڪل ٽاري.“

براهمڻ کي جواب وڻيو، سو ڇوڪرن جي پٺيان آهستي آهستي هلڻ لڳو ۽ نيٺ هنجي گهر وٽ اچي پهتو. براهمڻ ڇوڪريءَ جي پيءُ سان گڏجي، کيس راجڪمار وارو موڙو ڏنو ۽ مائٽي پڪي ڪري، پنهنجي وطن موٽيو. خير نيٺ اُن ڇوڪريءَ جي شادي راجڪمار سان ٿي وئي.

ويجهڙائيءَ ۾ هڪ اُهڙي سچي وارتا پڙهم. اجمير ۾ رهندڙ هڪ سنڌيءَ جي ڌيءُ جو مڱڻو هڪ جئپور ۾ رهندڙ هڪ سنڌيءَ جي پٽ سان ٿيو. ڏهيج ۾ ٨ هزار روڪڙ جي ٻول ٿي ۽ شاديءَ جي تاريخ مهورت مطابق مقرر ٿي. گهوٽيتا جڃ وٺي اچي اجمير ۾ پهتا ۽ هڪ ڌرمشالا ۾ ڏيرو ڪيائون.

ڪنوار جو پيءُ پنهنجن ڪن عزيزن سان گڏجي، ڪاڏي جا ٿالهه کڻائي، ڌرمشالا ۾ پهتو. گهوٽ جي پيءُ چيو، ”اسين ماني نه کائينداسين، جيستين ڪ اسانکي ڏهه هزار روڪڙا نه ملندا.

ڪنوار جو پيءُ وائڙو ٿي ويو ته هيءَ ٻول ۾ دول

# ڪا ڪلونتي

## ليکڪا: پاروتي ملاڻي

ندي هوندي هڪ آکاڻي ٻڌي هوم، ته هڪ راجا جـــي پٽ چيو ته ”مـــان اُنهيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪندس، جا مونکي هـــن ڇوٽيءَ جو جواب ڏئي- ”ڪا ڪلونتي، ڪا ڪلونتي“.

راجا برهمڻ کي موڙو ڇڏي ڏنو ته ”جيڪا ڇوڪري هن جو جواب ڏي ٿـــ، اُن سان راجڪمار جـــو مڱڻو ڪري اچج.“

هيءُ براهمڻ موڙو کڻي جتي ڪي جوانڙيون گڏيون هيس ته سر ۾ چوندو هو ”ڪا ڪلونتي، ڪا ڪلونتي“ گهڻن ئي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڦٽڪيو پر جواب نه مليس.

هڪ ڏينهن ٿڪو ماندو، هڪ کوهه تي اچي ٺهيو، اُڃ به ڏاڍي لڳي هيس، پر نه هيس ڪا ساڻ رسي جو کوهه مان پاڻيءَ لوٽو ڀري اُڃ مٽائي. ٿوري دير ڪانپوءِ، چار ڇوڪريون گهاگهريون کڻي کوهه تان پاڻي ڀرڻ آيون. براهمڻ کين ڏسي وينتي ڪئي ته کو پاڻيءَ لوٽو ڪيس

وسري ويس ٻنهي ڄڻا ڪيائين جو ٻه ٽي اجهامل ڪاٺيون
ٻن ڪاٺين جي ٻاهر مٿان ڪڍي اڇلائين ۽ پاسي کان پاڻ
وڃي سمهي پيو. هوشياري ڳالهه! تنهن جو اِهو ٿيو
هڪڙي ڪاٺيءَ ۾ جا چڻنگ رهجي ويئي هئي سا،
آهستي آهستي دکي ٻن کي وچڙائي وڌائين ۽ واس جو
اَنڪل هڪ ٻچي اچانڪ دوڪان واري مڪان کي اچي
آگ لڳي. ڪير وارو دوڪاندار (يعني نديو ڀاءُ) ٻاهر جو
شعاعُ ڏسي اچانڪ ماري اُٿيو. اوڙي پاڙي جا ماڻهو آگ
اُجهائڻ ڪاڻ ڊوڙي ته آيا مگر ويو ڪي ٻه ڪمن ڇو ته
اَندر زر زيور يا ٻيو جيڪو به مال متاع هو سو سڀ ڪن
۾ سڙي خاڪ ٿي ويو هئو ۽ ڪير وارو پنهنجي قسمت
ڪٽيندو، هاءِ هاءِ ڪندو اِتين ئي رهجي ويو، سواءِ هڪ
روپئي جي، جو سندس پاڻس اُڌار طور ڏنو هوس ۽ جو
سندس ڌوتيءَ جي ڳنڍ ۾ ٻڌل هوس، باقي وٽس ڪجهه
به نه رهيو هو ڪير ۾ پاڻي ملائي وکڻ جي پڇاڙي اِجها
اِها ٿي.

سکيا: ياد رکو ته ڪپت مان ڪڏهن به ڪو ساڻو
ڪونه ٿيو آهي، اُهو هميشه ڪرندو ۽ لوڙهندو ۽ وري
جڏهن جڏهن پرلوڪ ۾ پڇاڙو ٿيندس تڏهن اُوس ٿيسي
پنهنجي ڪرمن جو ليکو ڏيڻو پوندس.

تنهن ڪري اياڻهار جو پڙ رکي انسان کي هر حالت
۾ ايمانيءَ کان باز رهڻ گهرجي.



ساڍوءَ ڇهين. هاڻ، وٺ، هيءُ لوٽو ۽ هن حساب جيترا
لوٽا پاڻيءَ جا ڀري کوٽيل کڏ ۾ وجهندو وڃ. جڏهن اهترو
ڪري رهين تڏهن ساڍوءَ آڳيا ڏنس ته. هاڻي تون ان
کڏ ۾ هيٺ لهي کڙو ٿي بيهه. جان اهين ڪيائين ته
ڏسي پاڻي ڳچيءَ تائين چڙهي آيس. الي ساڍوءَ چيو ته
تنهنجي پاپ کي ٻوڙڻ جيترو پاڻي اڃا ڪٺو نه ٿيو آهي،
جڏهن اهترا لوٽا پاڻيءَ جا کڏ ۾ پيا ته، ملائمندو تڏهن
هو ختم ٿي ويندو.

هن وقت جا هندو ماڻا مڙي آهي سا ڪا هن وقت
جي ڪرت جو نتيجو نه آهي، بلڪ پورب جنم جي پن
۽ نيڪ ڪرمن جو ڦل مليو اٿس، مگر افسوس جو، هيءُ
بي ايمان ان دولت کي به ٻوڙي رهيو آهي.

خير وڏو پاپ اهو سڀ ڪجهه ٻڌي موٽي گهر آيو،
ٿوري گهڻن ڏينهن جڏهن سندس حساب موجب
کڏ ۾ ملايل پاڻيءَ جي لوٽن جو تعداد پڄي آيو تڏهن
دل ۾ ويچارڻ لڳو ته ڏسان ته سهي ته اڄ منهنجو ننڍو پاپ
پاڻيءَ ۾ ٻڏي ڪيئن ٿو ختم ٿئي. هن ساڍوءَ جي چوڻ
جو اُرٿ ئي ڪجهه اُلٽو سمجهيو هو.

هوڏانهن ڇا ٿيو جو اُنهيءَ ڏينهن رات جو جئن ٿي
ننڍي پاپ، هميشه جي دستور موجب، پنهنجا پئسا، زيور
وغيره ڳڻي ڳاڻي صندوق ۾ قابو ڪري، ڪمر جو دوڪان
بند ٿي ڪيو، تڻ چاهي جي ٻاهر پوريءَ رات وسائڻ

هيءَ منهنجو ڀاءُ کير ۾ پاڻي ملائي ٿو وڪڻي ۽ ڪپت
۾ منهن وڌو اٿس ته هن کان ڪجھ نه ساڻو ۽ مالا مال
ي ٿيو آهي. ڪنهن دل ۾ اچي شڪا پيدا ٿي ۽ ويچار
ڪيائين ته انهيءَ ۾ ضرور ڪو ڳجھو راز هوندو.

سپتيا ظاهري ڏکي آهن ۽ ٻيا ڳهڻ، ۽ ڪپتيا سکي ۽
وجون ٻيا اڏائين، انهيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو، هو انهيءَ
منهنجي من جي مونجهاري ڪي سمجھي نه سگهيو، سو
يت هڪڙي ڏهاڙي ڪنهن ساڌوءَ وٽ وڃي نڪتو ۽
نهس چيائين، "مهراج منهنجو ڀاءُ ڪپتيو ٿيو آهي ته به
سکيو ساڻو، سٺيو ۽ ستابو ۽ موزي ۾ وقت ٿيو گذاري.
ان هڪڙو ايماندار ته به غريب ۽ ڏکي انهيءَ جو سبب
ڪهڙو؟

ساڌوءَ ڪلي پڇيس ته تنهنجو ننڍو ڀاءُ ڪهڙي
ي ايماني ٿو ڪري؟

ورائيائين ته کير ۾ پاڻي گڏي ٿو وڪڻي. ساڌوءَ
نهن لي پڇيس ته توهن ٻڌائي سگهندين ته اڄ ڪائين هن
هٺا لوڏا پاڻيءَ جا کير ۾ ملايا هوندا. وڏي ڀاءُ کي
ميدي ڀاءُ جي تندي جو روزانو حساب ڏٺهي ليکي سارلو
تيو هئو، سو لمو چوڙو ليکو ٻڌي لوڻي جي سڪيا ساڌوءَ
ي ٻڌاڻائين.

ساڌوءَ چيس، "چڱو هاڻ هيڏانهن ٻاهر اچ ۽ هڪ
ٽس ڏار ڪڏ ڪومت." جڏهن هو اها ڪڏ ڪوني رهيو ته هن

وڏي ڀاءُ چيس ته مان ته نيٺ ڀڄوال آهيان، منهنجو ڏنڌو ٽوڙو، لاچار پيچ اَٺ آنا روزانو پيدا ٿيون ٿا، جن مان ٻنهي جڻن گذاريان، خير ڪٿي ته آهي. هاڻي هيءُ وٺ هڪ رپيو، روز ٻه واري ڳوٺ مان کير وٺي وڪڻندو ڪر، ته ٻه آنا روز ملي پوندءِ. توکي ٻار ٻچا ڪينهن تنهن ڪري تو اَڪيلي سر جو آسودو گذر پيو ٿيندو، مگر ياد رکج ڪپت ڪڏهن به نه ڪجانءِ.

ننڍي ڀاءُ هڪڙو رپيو ورتو ۽ وڏي ڀاءُ جي صلاح موجب کير وڪڻڻ شروع ڪيائين، روزانو ٻه آنا پئي بچيس. آخر هڪڙي ڏينهن من ۾ شيطان اچي واسو ڪيس. ٻاڙ کي چوڻ لڳو "يار، اَج ته کير ۾ پاڻي ملائي ڪجهه ڪمائيءَ کي وڌاءِ" بس اُن ڏينهن شام جو اِئين ئي ڪيائين، هاڻي ٻن جا چار آنا ڪمائڻ لڳو ۽ وڏي ڀاءُ جي نصيحت وساري ويٺو.

ٿوري گهڻين ڏينهن ۾ چڱيرا پئسا ڪٺا ڪري ورتائين ۽ ڪجهه رقم خرچي هڪ شاهي دوڪان کير جو ڪٽي کوليائين جتي هر روز پاڻي ملائي کير وڪرو ڪندو رهيو، ٿان جو هو هڪ ڀاڱيو ۽ آسودو مالدار ٿي پيو ۽ سون چانديءَ جا زيور به جڙائي وڌائين. وڏو ڀاءُ هيءُ رنگ ڏسي حيران ٿيو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو ته ٿس نه سهڻ، مان سچو ٿي روزگار پيو ڪريان سون وٽ نالي ڪاڻ پائي به ڪانه ٿي بچي ۽ پيٽ مس پورو اٿم هوڏانهن جڏهن ڪان

# ڪپت جي ڪمائي

ليکڪ: موهن ڪلواڻي

هڪڙي ڳوٺ ۾ ڪنهن آبرودار ڪٽنب جا ٻه ڀاءُر
ـڏ رهندا هئا، پيءُ جي ديهانت سبب، ننڍي ڀاءُ فرلاڻي
ـال چلي، ڪنهن طرح سڄي ملڪيت تي قبضو ڪري
ـرتو. وڏو ڀاءُ ايماندار، نيڪ ۽ ڀلو انسان هو، هن
ـچاري غريب پنهنجي آجيوڪا ڪاڻ هڪڙو ننڍڙو
ـڙڪي ڪپڙي جو دڪان کڻي کوليو، آنو في روپئي
ـفعو وٺندو هئو، وهنوار ۾ سڌو ۽ وڏي ڳالهه ته، ڪوڙ
ـڪڏهن به ڪنهن سان نه ڳالهائيندو هو، ڪرس جا ٿوري
ـهئس تنهن ڪري مشڪل سان پنج اٺ آنا روز ٿي
ـپئس، جنهن مان گذران پئي ڪيائين.

پنجين ستين مهني کان پوءِ ننڍو ڀاءُ وڏي ڀاءُ جي
ـڪان تي چڙهي آيو ۽ روئي چوڻ لڳس ته، مون ابي
ـجي ساري ڪمائي سٽي ۾ اڏائي ڇڏي، هاڻ ته مون
ـوٽ ڪجهه به نه رهيو آهي، جيڪڏهن توهان کان پڄي
ـسگهي ته ڪجهه مدد ڪريو.

# In Sweet & Loving Memory o

Late Shri Parmanand Kanayalal Bachani



Date on Birth 17-10-61

Date of Death 22-3-79

غصو ايندو هو. آخرڪار ڏينهن جهڪو اچڻ سبب، شانتيءَ ۽ آنند ۾ گذرندو هو سو هاڻي جهيڙي، جهڳڙي ۽ گهٽي ڪاڪل سان گذرڻ لڳو. ڪيس ٽي-وي وندر جو ساڌن نه، پر مٽيءَ جو سرو پاسجڻ لڳي.

آخر هڪ ڏينهن لنڪ ٽي دڪ ۽ ويدنا ۾ هڪ گراهڪ ڳولي آيو ۽ ٽي-وي نيڪال ڪري ڇڏيائين. انهيءَ رات ڪيترن ڏينهن جي اشانتيءَ کانپوءِ پهريون دفعو شانتيءَ جي ننڊ ڪيائين.



## ڪل نـــه سهڻن

يار، مون رات تمام خوفناڪ سپنو ڏٺو؟

ٻـــڌاءِ؟

ڏٺم ته هڪ زبردست طوفان لڳي ٿو ۽ سڀ جڳهون ڊهي اچي پٽ پون ٿيون، جن جي هيٺان ماڻهو ته دٻجي مري وڃن ٿا.

پر تون ته جيئرو آهين؟

ڇا يار هي به ڪو جيئڻ آهي؟ روز شرلٽيءَ جا نوان-نوان زلـــزلا نٿو ڏسان!

مگر جڏهين ڏٺائين ته زال بس نه ڪندي تڏهين هڪ
زوردار رڙ ڪري کيس چپ ڪرائي ڇڏيائين. جهامن ماءُ
سڏڪا ڀريندي غصي ۾ اندر هلي وئي.

اهڙيءَ طرح هر هفتي ۾ ٻي دفعا هي ناٽڪ هلندو
رهيو. منع ڪرڻ سان ۽ ٻاڙي وارا مڙنـدا ڪونه هئا ۽
ٻارن کـي ڪُڙڪائـي زوريءَ کهي ايندا هئا. ڪڏهن
ڪنهن جو چمپل کڻ ته ڪڏهن ڪرسيءَ جي ٽنگ کڻ.
ڀڄندا پئي ۽ ڪن ڪچري سان گهر جو نقشو بدتـر
ٿيندو رهيو.

جهامن مـاءُ ونچاري جڏهن ٻاڙي وارن کـي
روڪيندي هئي ته هو ناراض ٿي ڌڪاريندا هئا. ٻار چڙهندا
رهندا هئا ته زالـون ڪيئن مغرور ۽ هٺيلا ٿينديون هيون
ڪي چوندا هئا ته هن جو ٻانـور ٿيو آهن. ٻئي طرف
موهنداس به زال تي هميشه ناراض ٿيندو رهيو. خاص
ڪري آرلوار ڏينهن خوشيءَ جـي بدران گهر ۾ رنج جو
ماحول مدبل رهڻ لڳو. پنهنجي ئي - وي گهر ۾ هونـدي
به ڏکي. هاءِ! بدقسمتي!!

موهنداس سوچيو هو ته گهر ۾ ٽي - وي آڻڻ سان
زال ۽ ٻارن سان وٽهي آنند سان ٽي - وي ڏسندس. مگر
تنهن جي صدقي گهر ۾ هر هفتي هي طوفان پيدا ٿيندو
رهڻ سان کيس ڪنهن وقت ٻاڙ لئي ته ڪنهن وقت ٻين لئي

هليون وڃون. ٻـارڙي وارا جيتوڻيڪ ڪجهه پئسا خـرچ ڪري ڪونه آيا هئا ۽ ٻيا ڪوٺ جي مفت جـو کيل ٽي - وي ءَ تي ڏسڻ آيا هئا پر ٽلڙهن ۾ پنهنجو. اُن ڏاڏن جو حـق سمجهي موهنداس لاءِ کهٽ وڏ ڳالهائڻ لڳا ۽ ڪروڌ ڀريـن نظرن سان ڏانهس ڏسندي ٻـڙ ٻـڙ ڪندي ويندا رهيا.

هن سيٺ جو گهر مان نڪرڻ ۽ ڇهاجـن ماءُ جو گهر ۾ ٻاٿيتال وجهڻ. اوڙي پاري وارا ڪيڏيا ويا لـــ. انهن جو ڪيس هروڀرو ڪو خاص دک نه ٿيو جيتوڻيڪ پاڙي وارن جو اڄايو ناراضپو سر تي کڻڻ نٿي چاهيائين پر ڪيس وڏو ڏک هو پنهنجي پاڇاڙن جو جنڪي ڪٿرن مهڻن ڪانپوءِ سندس گهر آيون هيون سو به ٽي - وي ءَ جي ڪري ٿي. انهن کي ٽي - وي جي ڳالهه تي ٿي نه نڪرڻو پيو. ڇهاڻن ماءُ آڱوڪولا ٽي مڙس تي آڳ وسائڻ لڳي. "هيءَ ڳـالهه لوهانکي سڻي ٿـي لڳي. منهنجا قسمت سانگي مائٽ وڃارا ٽي-وي ڏسڻ لاءِ آيا ته ان کي به ڪيئي چڙهيا. منهنجن مائٽن کي سهڻن ڪونه ٿو. تنهنجا مائٽ اچن ته ڪيئن پيو انهن جي خاطـري ڪندو آهين. سڄو وقت پيو انهن سان ڪلي ڪلي ٽرلـدو آهين؛ منهنجن مائٽن خبر لاهي کهڙو رنج ڪنيو آهي جو انهن جو ٻرڙو آدرستڪار به نٿو ڪرين."

موهنداس سڄو وقت شانت ڪري ٻـڌي رهيو هو

ئي جڏهن خبر پيئي ته ڪتو اندر گهڙي آيو آهي ته
هي ٻارن کان ٻه وڏڪ ڏجي ويئون ۽ ڪڙو آئي ڪپڙا
ڇنڊڻ لڳيون. ڪتي جو مالڪ ڇوڪرو ”پيو پيو“ ڪري
سڏڻ لڳو.

انٽرويل ۾ مهمانن لاءِ چانهه پارٽي ڪئي ويئي. ٻيا
الون ۽ ٻار پڻ ٻاهر وڃين ڪجهه نه ڪجهه کائي آيا ته
ڪي وري ڪجهه پاڻ سان کڻي به آيا ۽ ويٺي ويٺي
کائيندا رهيا ۽ خالي پيا پلنگ جي هيٺان ڦٽي ڪندا ويا.
ڪجهه وقت اندر ڪيولڙن ۽ ماڪوڙا اچي ڪٺا ٿيا ۽
رن کي چڪ هڻڻ لڳا. ٻار هيڏانهن هوڏانهن ڇرڪ ڪرڻ
لڳا ۽ گوڙ گهمسان ڪرڻ لڳا. ڪو ڪتان پيو ڳالهائي ته
ڪو ڪتان. ڪو ٻار پيو روئي ته ڪا ٻار جي ماءُ ٻار کي
رچائڻ لاءِ ٻچڪارون پيئي ڏئي. ڪافي سمجهائڻ کانپوءِ
ـ جڏهن موهنداس ڏٺو ته نڪو ٿا ٻار مڙن ۽ نڪو ٻارن
ـون مائرون. اجايو مٿي ۾ سور پيدا ڪرڻو آهي سو
ڪا ڪيائين هم نه لم يڪدم آئي ٽي-وي بند ڪيائين
سيٺي کي گهر مان لوڏي ڪيڍيائين. ڪمس ڪرسي
ڇڻ جو به غصو هو ۽ شڪ هوس ته ڪتي پلنگ سان به
ساڳي حالت نه ڪئي.

جيتوڻيڪ جهامن ماءُ جي پاڄان کي نڪري وڃڻ لاءِ
ڇو وڃي پر لڏهن به هن کان هيءَ ڳالهه برداشت نه ٿي ۽
ـن جهڳڙي جو مول ڪارڻ پاڻ کي سمجهي غصي ۾

اوچتو هڪ ڌڪاءُ ٿيو ۽ کهڙي ڪرڻ جو آواز
ٿيڻ سان گڏ هڪ ٻار جي رئڻ جو آواز زور سان ڇال
ٿي ويو. ٻئي ٻارڻ سان ڏٺو ويو ته راوڻ ماءُ ٻار سوڙي
هيٺ ڪري پيئي هئي. ڪرسيءَ جي ٽنگ ٽٽي پيئي
هئي ۽ راوڻ ماءُ ڪوشش ڪندي به اٿي نه پيئي سگهي
ٻارن جو ٽهڪڙو مچي ويو ۽ سڀئي هٿ ڏيئي راوڻ ما
کي اٿارڻ لڳا. سندس پٺ راوڻ پرچائڻ سان ٻـه نه پي
پرچي. انهيءَ گـــڙ ۽ روڏن ۾ ڪو به ڪجهه ڏسي نـــ
سگهيو. هرڪو راوڻ ماءُ کي ٻاهر وڃڻ لاءِ چوڻ لڳو مگر
هوءَ به ڪجهه مڃيءَ جي ٿيل نه هئي. جڏهن ڏٺائين ته
ڇورو به پورو نڀرال آهي ۽ شانتي به ڪندو اڏهن لاچا
ٻاهر نڪتي. ويندي ويندي سڀني کي لوئيندي وئي ۽
چوندي وئي، "نياڻيون ڏسو لـــ سهڻي. سندن ڇا ٻـــا
روئندا ئي نـــه هوندا. ڪين به چڻ گهر ڪـــان ٻاهر ڪڍ
ويندو آهي."

راوڻ ماءُ جي وڃڻ ڪانپوءِ ڪجهه شانتي ٿي ۽ سڀ
ڏيان سان ڪيل ڏسڻ لڳا. مگر جلد ئي ورڻ اچي ٻارن
زالن ۾ ٽاڪوڙو پيو. هڪ ڇوڪرو ٻـــاڻ سان ليڊو ڪتڙ
گود ۾ لڪائي ڪٽي آيو هو. ڇوڪري جو ڏيان ڪيل ڏسڻ
۾ هو ۽ ڪتو هن جي گود مان نڪري آس پاس راند ڪرڻ
لڳو. راند ڪندي آس پاس اونـــدهه ۾ جڏهن ٻارن سان
ٽڪريو ته ٻـــارن وٺي هـــورو ڇون هڻڻ شروع ڪيون. زالن

ر کان ٻاهر هواخوريءَ لاءِ نڪرڻ لڳو مگر ڇا ڏسي ته
ندس چمپل غائب. ڳولهيو ٿي ڳوليائين مگر نه لڌو.
هامن ماءُ پنهنجي خيرات نه سمجهي ڀائي سان پاسي
ري ڏهر هلي وئي ۽ موهنداس رڙيون واڪا ڪري
ڪري ساڻو ٿي سمهي پيو.

جهامن ماءُ جا پيڪا شڪرپر ۾ ٿي هئا. ان ڪري به جلد ٿي
ي - ويءَ جي خبر پئجي وئي ۽ آرتوار ڏينهن گهمڻ
لڳي ۽ ٽي - وي ڏسڻ لاءِ به پاڙاڻون ٻارن سوڌو
ي حاضر ٿيون.

جهامن ماءُ هنن جي خاطرداريءَ ۾ ڪابه ڪثر نه
ي. ٻورڙون ٻڪوڙا ڪارائي کين خوش ڪيائين پلا چوڻ
ڪري اڄ ته سندس لاءِ خوشيءَ جو موقعو هو. ماسٽر صاحب
ي - ويءَ جي ڀائي گهر جو ڏيکاريو نڪرندو ڏسي جلي
پيو هو مگر ڪجهه ڪڇي نه سگهيو.

سڪ سان ٽي - وي شروع ٿي. پڪچر به ڪجهه سٺي
ي جنهن ڪري اوڙي پاڙي جا ٻار ۽ زالون ڪجهه
ڪ آيل هئا. اوچتو ٻارن ۽ زالن جو هڪ انالو ڪاهي
۽ چوڻ لڳا ته سامهون گهر جي ٽي - وي بند آهي.
ڪجهه وقت گوڙ شور چالو رهيو ڇو ته اهڙا ٻار ۽ زالون
ن ڪٿي. خير هرڪنهن پنهنجي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه
هه هٿ ڪري ورتي. پلنگ ڪرسيون سڀ ڀرجي ويا
ٽي بوج ڪري ڏوڏا ڪاڻڻ لڳا.

هٿ ڪرڻ لڳيون. پورين ڏينهن گهٽين کي خبر نه هئي
مگر پڻي ڏينهن رش وڌيڪ ڏسڻ ۾ آئي جـو سوچيائون
ته شايـد جهامن ماءُ اڄ بـه پرساد ڪرائي. جنهن ڪري
ڪجهه زالون ٻارن سوڌيون پلنگن تي آ، ويٺيون اڄ قول
ڪلي گلشن جو پروگرام هو. ٻـارن جو ڪافي چرٻول مٿل
هو جنهن ڪري ڪنهن کي به پورو پتو نٿي آيو. وچ وچ
۾ اُٿڻ ۽ وهڻ جو سلسلو به جاري رهيو جنهن ڪري پاڻ
وڌيڪ پريشاني پيدا ٿي رهي هئي. ننڍا ٻـار جيڪي
گهٽي پاڳي پيون اُگهاڙي آيا هئا ۽ ڪجهه پلنگ تي ويٺا
هئا تن چادرن جـي هٿي داغن سان ستيانـاس ڪري
ڇـڏي. اوندهه ۾ تـه خبر ڪجهه نٿي پيئي مگر جڏهن
بتي ٻاري وئي ته موهنداس جو منهن ڏامڻي هٽي ويو.
سندس شڪل تي هڪڙا پڙدا لٿا ٿي تـه ٻيا چڙهيا ٿي.
ويري جو هڪ چـادر ۽ گديلو آلا ڏٺائين تـه، پاڻيءَ کان
نڪري ويو ڇو ته چادر تي ڪو پاڻي هارڻ ته هو مگر
ڪنهن ننڍي ٻار جي ڇي ڪيل هئي.

جهامن ماءُ کي رڙ ڪري، سڏ ڪيائين، "هـي ڏس
اڄي مفت جي ٿيـوي ڏيکارڻ جا نتيجا. مفت جـا
ڪم به ڏيکارئون ۽ گهر جو نقصان به ڪرائيندا وڃون. گرڙ
۾ ته ٽـا پاڻ پورو پلن ۽ نه ٿي ٻين کي ٽـا پلڻ ڏين."
جهامن ماءُ چيس، "اُچتي سينهي کي منع ڪندس ته پلنگ
تي نه وهن. توهان شانتي ڪريو." موهنداس ٻڙ ٻڙائيندو

ٽي-وي چالو ڪر، جهامن ٻيءَ ٽي-وي هلاءِ.“ ڪجهه
زالون ۽ ڇوڪرايون به ٻارن جي پٺيان پٺيان اندر آيون ۽
خالي ڪرسين ۽ پلنگن تي ويهي رهيون.

چاچا گيت هلندي ٻار کيلڻ ۽ اڱڻن جي نالن کان
هڪ ٻئي کي واقف پيا ڪن ۽ وچ وچ ۾ تاڙيون پيا
وڄائين. جهامن ماءُ مڙس جي ڊپ کان ٻارن کي هر هر گوڙ
ڪرڻ کان روڪي پئي مگر ٻار ڪٿي ٿا مڙن. موهنداس
ڪجهه گيت پورا پڙها ته ڪجهه اڌورا ۽ اهڙيءَ طرح
چاچا گيتن جو پروگرام پورو ٿيو. موهنداس ٻئي هٿ
پنهنجن ڪرمن تي رکي ڏاڍو شوڪارو ڀريو.

ٻئي ڏينهن جهامن ماءُ مڙس ۽ ٽن ٻارن سان رات جي
وسوڙي وانگي ڪاڏي ته ٻاهر ڪنهن جهامن ماءُ کي سڏ
ڪيو. ڪاڏو اڌ ۾ ڇڏي جهامن ماءُ ٻاهر آئي ته ساهمون
جمنا کي بيٺل ڏٺائين جا ڏند ڪڍي کلي رهي هئي.
”ٽي-وي چالو ڪرڻ ٿي؟“ جمنا پڇيو. ”ڪاڏو ٿا کائون“
جهامن ماءُ جواب ڏنو ۽ موٽي آئي. اڃا ڏهه منٽ به
ڪين گذريا ته ساهمون شربت ماءُ ٻارن جي اڱالي سان
بيٺل نظر آئي. ماستر صاحب کي ٻين جي ساهمون ڪاڏو
کائڻ ۾ ڪجهه اٽڪ محسوس ٿيڻ لڳي. جهڙو تهڙو کائي
اٿي کڙو ٿيو. بس موهنداس جي اڱڻ جي دير هئي
شربت ماءُ، ٻصر ماءُ، ڪانتا، شانتا ٻارن ٻچن سوڌيون
هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيئي ڊوڙنديون وڃون ۽ اڳيان جڳهه

آهو ته وقت ۾ کيس اُهين محسوس ٿي رهيو هو جـ
پنهنجي زندگيءَ جي سڄي محنت ۽ ڪمائي هڪ ڏ
ڪن ۾ ڪنهن کي سونپي آهي.

شام جو موهنداس جي ڇت تـي ٽي-وي اُنهي
(هوا کي پڪڙڻ جو پڃرو) هڻڻ لاءِ جڏهن دڪاندار ج
ماڻهو آيو ته پاڙي جا ٻار سڀ ڪٺا ٿي ويا. هڪ ٻ
۽ نينگر ٽپا ڏيڻ ڇورڻ لڳا، جهامن ماءُ وقت ٽي-وي آئ
آهي، ٽي-وي آئي آهي اسان هاڻي جهامن ماءُ وڻ
ڏسندا سين." جهامن ماءُ ته ڦولي نه پئي سمائجي. ٻـار
جي دل وٺڻ لاءِ کين پئي چوي، "ڀلي اچجو، سدا اچجو
هي ٻـ لوهاڻن جو ئي گهر آهي." خوشيءَ ۾ جهامن مـ
ناريل ڀڳو ۽ سڀني ۾ ورهايو.

رات جو اڃان ساڍا اٺ ئي نه ٿيا هئا ته ٻـارن ج
گوڙ شور ڊر وقت ٿيڻ لڳو. موهنداس جهامن کـي چيو
"پٽ ڏس ڪنهنجو جهيڙو آهي." جهامن ٻاهر آيـو
واپس اچي پيءُ کي ٻڌايائين تـ ٻار ٽي-وي ڏسڻ لا
پيا آهن. تنهن وچ ۾ جهامن مـاءُ ڪاٺو ڪڍي آئي ۽ اچ
مڙس اڳيان رکيائين. موهنداس جي نظر گهڙيال ۾ ۽ هـ
ٿالهيءَ ۾ رهيو. اڃان ڪانئي مس اُنيو ته ٻار ڊوڙون پائي
اندر ڊوڙندا آيا. جهامن ماءُ جيستائين ڪجهه پڇي تـ
پڇي تنهن کان اڳ ئي ٻار سڀ کي پت لـي ته ڪ
پلنگن جي پاسن کان ولهي رهيا ۽ ڇورڻ لڳا، "جهامن م

ٽي-وي چالو ڪر، جهامن ٻيءَ ٽي-وي هلاءِ.“ ڪجهه زالون ۽ ڇوڪريون به ٻارن جي پٺيان پٺيان اندر آيون ۽ خالي ڪرسين ۽ پلنگن تي ويهي رهيون.

چاچا گيت هلندي ٻار ڪيڏا ۽ آڱرين جي نالن کان هڪ ٻئي کي واقف پيا ڪن ۽ وچ وچ ۾ تاڙيون پيا وڄائين. جهامن ماءُ مڙس جي ڏُو کان ٻارن کي هر هر گوڙ ڪرڻ کان روڪي پئي مگر ٻار ڪٿي ٿا مڃن. موهنداس ڪجهه گيت پورا پڌا ته ڪجهه اڌورا ۽ اهڙيءَ طرح چاچا گيتن جو پروگرام پورو ٿيو. موهنداس ٻئي هٿ ڇڏهڪجڻ ڪرڻ تي رکي ٿڌو شوڪارو ڀريو.

ٻئي ڏينهن جهامن ماءُ مڙس ۽ ٽن ٻارن سان رات جي وسوڙي وٺي ڪاڏي ته ٻاهر ڪنهن جهامن ماءُ کي سڏ ڪيو. ڪاڏو اٿ ۾ چڙهي جهامن ماءُ ٻاهر آئي ته سامهون جمنا کي پيتل ڏنائين جا ڏند ڪڍي کلي رهي هئي. ”ٽي-وي چالو ڪريان ٿي؟“ جمنا پڇيو. ”ڪاڏو ٿا ڪاڙون“ جهامن ماءُ جواب ڏنو ۽ موٽي آئي. اڃا ڏهه منٽ به ڪين گذريا ته سامهون شربت ماءُ ٻارن جي آڏالي سان پيتل نظر آئي. ماستر صاحب کي ٻين جي سامهون ڪاڏو ڪاڻڻ ۾ ڪجهه اٽڪ محسوس ٿيڻ لڳي. جهڙو لهڙو ڪاٿي آئي ڪڙو ٿيو. بس موهنداس جي اڱڻ جي در هٽي شربت ماءُ، اصر ماءُ، ڪانتا، شانتا ٻارن ٻچن سوڌيون هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيئي ڀوڙنديون وڌيون ۽ اڳيان جڳهه

آهي ته وقت لاءِ ڪيس ائين محسوس ٿي رهيو هو جـ
پنهنجي زندگيءَ جي سڄي محنت ۽ ڪمائي هڪ ٿـ
کن ۾ ڪنهن کي سونپي آهي.

شام جو موهنداس جي ڇت تـي ٽي-وي انٽين
(هوا کي پڪڙڻ جو پڃرو) هڻڻ لاءِ جڏهن دڪاندار جـ
ماڻهو آيو ته پاڙي جا ٻار سڀ ڪٺا ٿي ويا. هڪ ٻيءَ
۾ نينگر ٽپا ڏيڻ ڇوڙڻ لڳا، جهامن ماءُ وقت ٽي-وي آئي
آهي، ٽي-وي آئي آهي اسان هاڻي جهامن مـاءُ وقـ
ڏسنداسين." جهامن ماءُ ته قولاي نه پئي سمائجي. ٻار
جي دل وٺڻ لاءِ ڪين پئي چوي، "پلي اچجو، سدا اچجو
هي ٻـ لوهاڻو ٽي گهر آهي." خوشيءَ ۾ جهامن مـ
ناريل پڄيو ۽ سيئي ۾ ورهايو.

رات جو اڃان سائيا اٺ ٿي نه ٿيا هئا ته ٻارن جـ
ڪوڙ شور ڏر وقت ٿيڻ لڳو. موهنداس جهامن کـي چيو
"پٽ ڏس ڪنهن جو جهيڙو آهي." جهامن ٻاهر آيـو
واپس اچي ٻيءَ کي ٻڌايائين تـ ٻار ٽي-وي ڏسڻ لا
پيٺا آهن. تنهن وچ جهامن مـاءُ ڪانئو ڪٽي آئي ۽ اچـ
مڙس اڳيان رکيائين. موهنداس جي نظر گهڙيال ۾ ۽ هـ
ٿالهيءَ ۾ رهيو. اڃان ڪائي مس انيو ته ٻار ڊوڙون پائي
اندر ڊوڙندا آيا. جهامن ماءُ جيستائين ڪجهه پڇي ٿـ
پڇي تنهن کان اڳ ٿي ٻار سڀ ڪي پٽ ٿـي ته ڪي
پلنگن جي پاسن کان ولهي رهيا ۽ ڇوڙڻ لڳا، "جهامن

ي ته جيڪر پنهنجي نئي - وئي وٺجي. مگر نئي - وئي
ر پلنگ ڀان ڪرسي ناهي جو جهٽ پٽ وٺي اچجي.
- وئي وٺڻ لاءِ ته نئي چار هزار کپن. موهنداس جهڙي
تر ماڻهوءَ لاءِ چار هزار خرچ ڪرڻ آسان ڪم نه هو.
جهاڳن ماءُ جي روز روز جـي فرمائش ۽ ڪٽ ڪٽ
ت هٽي وڃڻ همٿ ڪيو. زال جي ڪري تـه سهڻ
ٻـارن جي صدقي ڪيس نئي - وئيءَ لاءِ هـا ڪرڻي
ي جو هو پاڻ خود نه پيو چاهي ته سندس ٻـار ٻين
گهرن ۾ ڪيل ڏسڻ وڃن ۽ سو به اُني جتي مٽي مائٽيءَ
به ڪو رشتو نه هو.

هڪ ڏينهن نيٺ ماستر صاحب دل تـي پٿر رکـي
ا ڪٽي نئي - وئي وٺڻ لاءِ گهر کان نڪتو. هڪ دفعو
س دل واقف ٿي ٻڏڻ لڳي ته واپس موٽان. ڪيس سڄا
هزار رپيا خرچ ڪرڻ ٿي دل اڃا مڃيو ڇاڪاڻ تـه
ڻ لڳو تـه ڇهن هزارن رپين تي ٻئنڪ ۾ ته وياج
و مگر نئي - وئي وٺڻ سان وياج ته نه ملندو مورڳو ٿي
پيا به خرچ ڪرڻا پونـدا. انهيءَ ٻڌر ۽ سوچ ويچار
رڻ ٿي خياليءَ سان هلندي ڏري گهٽ سائيڪل جي
ڪر کان ٻڌي وئو. پهرين ته سائيڪل سوار تـي ڇوهه
ڻ لڳو مگر جلد ئي کيس پنهنجي غلطي به محسوس
جنهن ڪري غم کائي هليو ۽ جلد اچي نئي - وئيءَ
آرڊر ڏنـائين. پئسا ڏئي هٿين خالي جلدهن واپس

اُهڙيءَ طرح ٽي - ويءَ جو به ساڳيو ئي حال آهي. اڄان ٻارن کي پڙهڻ لاءِ چئجي ته چوندا، ”اڄ ٽي - وي تي پڪچر آهي. ڪڏهن چوندا، اڄ ٽي - وي تي ڊوڙ ڇاپا گيمت آهن ته ڪڏهن وري ڦول ۽ ڪانٽا.“

مفت جون اخبارون ۽ ناول پڙهندڙ ڏٺاسين. ٻين کـي ڏڪا ڏيئي مفت جا لنگر کائيندا ڏٺاسين مگر هڪ ٻئي کـي ڏڪا ڏيئي ٻيا ڪوٺ ٻين جـي گهرن ۾ زوريءَ گهڙي مفت جـا کيل ٽي - وي تي ڏسڻ وارا هاڻي ڏٺـاسين.

ٿڌا پاڻيءَ جا مٽ ته گهڻن ٿـي پيا رهيا هونـدا مگر فليٽن ۾ رهڻ وارن شايد ٿڌي پاڻيءَ ۾ ڪجهه سڪرين وجهي پـاڻي مٺو ڪري وٺڪ جس ڪٽيو آهي جـو ٻيا ڪنهن گـوڙ گهمسان جي شانتي ۽ آرام سان بعد گهر ۾ ويهي ٽي - وي ڏسي سگهن ٿا.

ٻاٻرو، لوهاڻا انهن ڪالونين ۾ رهندڙن ٽي - وي جي شائقن کان وڌيڪ ٻچن جي شوق خاطر ٻه ٽاٽي جـا خرچ ڪري ٽي - وي تـه ورتي آهي مگر اوڙي پاڙي جي آزار کان اٿرو ته بيزار ٿـي چڪا آهن جو ڪڏهن ڪڏهن ڪين لاچار مٿي جي سور جون ٻه گوليون هڪ ئي وقت وٺيون پيون ٿيون.

جهامن ماءُ اوڙي پـاڙي جي ڪن گهرن ۾ ٽي - وي هاڻي ڏسندي هئي ته ڪيس به پنهنجي دل چوڻـدي

مذاقيه ڪهاڻي

# هاءِ! مٿي جو سور!!

حشو پارواڻي (الهاس نگر)

ڀڳوان شل ڀلو ڪري انهن سائنس دانن جو، جن پنهنجي دماغ مان کوجنا ڪري ريڊيو ۽ ٽي-وي ايجاد ڪيا جو گهر ويٺي انڌا، ٻوڙا، لُولا لنگڙا به ريڊيو ۽ ٽي-وي ۽ جو رس وٺي سگهن ٿا. مگر انهن ويچارن کي ڪهڙي خبر ته ڪن لاءِ اهي شهرن مٿي جو سور ثـ ـابت ٿين ٿيون. ريڊيو جو ٻيو مثال وٺو. ڪن ماڻهن کي تمام وڏي آواز سان ريڊيو ٻڌڻ جو شوق رهندو آهي. وڏي آواز لي ريڊيي جو آواز رکي پوءِ ٻاهر ته ٻاڪري سر سان سر ملائيندا آهن ۽ ڪڏهن وقت موج ۾ اچي گڏهه ڇاپ ڊانس به ڪندا آهن. پاڙي وارن جي روڪڻ لي پنهنجي رنگ ۾ پيا سمجهندا آهن ۽ ليڪن ٻاهر وڏا ڪ آواز ڪندا آهن. ڪين اهو به خيال نه پوندو آهي ته پاڙي جا ٻار اسڪولي ڪتاب پڙهي رهيا آهن ويچارن کي پڙهڻ ٿو پوي.

# طنزي غزل

مصرف وڪڻي وئي ماڻهو،
جنهن وٽ ناڻو سوئي راڻو!

١- ڏسي عمر جو محل، مارئي
چڙهي چڪي آ اڄ هو اباڻو!

٢- ناز ڪيا اُوريءَ، ڪيڏجهر
جار وجهي ٿو جام نماڻو

٣- سهڻي وهندي آ ساحل لئي،
لڙهي لڙهي ميهر ٿيو ساڻو!

٤- سسئي وانگي پنهل پڄائي،
ڏنئي ڏاڍن کي جهوراڻو!

٥- خدا عرش تان ڪريو فرش تي
آدم جنس ڏانهن اڏاڻو!

٦- رام رحيم گهڻن ٿا رشوت،
ڪين صدق سان عرض اگهاڻو!

٧- اَدب پيال آ بي اَدبيءَ سان،
ليکڪ شاعر جڳ تي مهاڻو!

٨- سنڌ، خراب ٿي ساهت هاڻي
وڏو چون ٿا نئون - پراڻو!

٩- "ڊئڊي، مَمي، انڪل، آنٽي"،
گهر گهر ٻول ٻڌم ٻاراڻو!

١٠- شايد سنڌين کي انگلش ۾،
اَمڙ ڏني لولي، اوراڻو!

١١- آفيس آ آرام ڪرڻ لءِ
آهي ڳوٺ لءِ گهر جو گهاڻو!

* گوورڌن ڀارتي

...راڻ ڪيو آهي. مونکي سزا ڏيو.“

”نہ شيلا“ هن پاڻهہ وچان سندس مٿي تي هٿ
...ريندي چيو. ”اصل گنھگار نہ مان آهيان. تنھنجو ڪوبہ
...ڏوهہ نہ آهي. جيڪڏهن مان ڪمايان ها تہ اڄ گهر
...هستيءَ جو بار تنھنجي مٿان نہ اچي ها. جيڪڏهن
...ن پاڻکي گنھگار ٿي سمجهين تہ مان اُن کان بہ وڏو
...نھگار چئجان.“ هُو ٻاهر هليو ويو شايد هن جي ٻيڙا ۽
...نھنجا آنسون لڪائڻ لاءِ. شيلا پٿري تي ڪري
...ئڻ لڳي.

سندس من ۾ بار بار اهو ئي سوال ٿي رهيو هو تہ
...پ پا ... ... زندگي ان ٻڌر ۾ اَڳتي وڌندي رهي.



## ڪل تہ سهبن

ماستر- ڇـــا ڪا اهڙي جڳهہ آهي جتي ٻہ پاڻيءَ
...ب سمنڊ، ٻہ جڳھين جي شهر ۽ ٻہ ماڻهن جي زمين هجي؟
ڇوڪرو- ها سائين، ”نقشو“.

* * *

منيجر- (ڏورو گهبرايل هو) منھنجي پينسل ڪٿي آهي؟
چپراسي- توهانجي ڪن ۾ لڳل آهي.
منيجر- بيوقوف، مونکي اهڙو وقت ڪٿي آهي؟
...ني ٻڌاءِ ڪهڙي ڪن ۾ لڳل آهي؟

انڪان ته ٻڪ مرڻ بهتر. پر جڏهن ٻارن کي ڏڙندو ڏسندي هئي ته وري سندس خيال پلٽو کائيندا هئا. ن. ن. هن ڪوهه پاپ نه ڪيو آهي. اهو سڀ هن پنهنجي لاءِ ڪيو. ٻارن لاءِ ڪيو. گهر لاءِ ڪيو. ٻار ته معصوم پاپ پڄ جي ڀاونا کان پري آهن. پر ڇا سندس پتي ان ڳالهه ۾ خوش آهي. ن. ن. سندس دل چلائيندي هئي. پتي خاموش آهي نه ڪ خوش. ان وقت سندس اکين ۾ آنسون لڙي ايندا هئا ۽ من ۾ ڪشمڪش پيدا ٿيندي هئي ته جيڪي ڪجهه مان ڪريان ٿي سو پاپ ئي آ...... انڪان اڳتي هوءَ سوچي نه سگهندي هئي. دماغ مٿس ڦڙڪار وسائيندو هو ۽ هوءَ ان وقت وار پٽڻ شروع ڪندي هئي.

ٻيوس نگاهن سان هوءَ پنهنجي ڏانهن نهاريندي هئي. پر هوءَ ته پاڻ هنجي اڳيان شرمسار هو. اڄ جيڪڏهن شيلا کي پورو ڪاڏو ۽ ٻارن کي سڪي روٽي ملي ها ته ڇا هوءَ پاپ جي رستي لي وڃي ها.

پر ن. شيلا ته پڇي جو ڪم ڪيو. انکي پاپ نه ڇڏيو. هوءَ سڀڪجهه گهر لاءِ ته ڪري رهي آهي نه پنهنجي سوارٿ لاءِ.

آخر شيلا کان رهيو نه ٿيو. هن هڪ ڏينهن پنهنجي جي چرڻن ۾ ڪري چيو، "مان گهنگهار آهيان سوامي. مون

هوءَ ڪجهه دير پير جـي آڱوٺي سان زمين کوٽيندي
هي. بعد ۾ چيائين "پنجين بجي."

دروازو بند ٿي ويو. ڪمري واري ٽنهي مڙني کي وقت
ڏيندي چيو "ڪٿان آيو مـال پسند." "بلڪل- بلڪل".
نوجوان سومت جي ڪيسي ۾ هٿ وجهندي چيو ۽ لاپرواهيءَ
سان اڳتي وڌي ويو. ٽنهي صرف ڏسندو رهيو.

اَنڪل ان مهين بعد شيلا اهو پاڙو ڇڏي ڏنو. ڇاڪاڻ
ته هينئر هنجي حالت ڪافي سڌريل هئي. پتيءَ جـو
علاج باقاعدي چالو هو. جيتوڻيڪ هوُ ڪمائيندو نه هو.
پر هن ڪڏهن شيلا کان اُهو نه پڇيو ته هي خرچ ڪٿان
هلي رهيو آهي. شايد پاڻ پنهوس هو انڪري. پر پاڙي
جي زبان ڪير روڪي؟ انڪري شيلا ڪنهن سٺي هنڌ
ڪمرو وٺي رهڻ لڳي.

هينئر هوءَ ٻار پتيءَ جـي آسري ڇڏي هلي ويندي
هئي. شام جو ٿڪل ٽٽل موٽندي هئي پر سندس پرس
نوٽن سان ٿقيل هوندي هئي. پنهوس پتي صرف نهاريندو
رهجي ويندو هـو. علاج هلندي پـڻ سندس طبعيت ۾
ڪو خاص فرق نه پيو هو. اندر ئي اندر ورلڪ مٿس
ڇنڪار وجهندو هـو. لون زال جي ڪمائي تــو کائين.
لعنت آ لو لي. پر هوُ ويچارن وانگر ٻڌنـدو رهندو هو.

اڪثر شيلا به پتيءَ کي خاموش ڏسندي هئي تـه
سندس من ۾ سوال اٿندو هو ڇا هن اهو ڪم سٺو ڪيو؟

کيس سڻائي رهي هئي ته هن پاپ ڪيو آهي. پر دماغ جي دليل کيس ڪجهه شانتي اڏشي. هوءَ اُٿي اڳيان آئي ٻارن لاءِ چانهه ۽ ڪجهه ناشتو تيار ڪرڻ لڳي.

هن سوچيو ته هوءَ پاڻ برباد ٿي وڃي مگر ٻچي ۽ ٻارن کي ضرور سکيو رکندي. هوءَ ڪلپنا ۾ کوهجي وئي. ڳل ۽ ڪوملتا سندر وستون ۾ سجيل هٿ ۾ ڪتاب کڻي اُچندا ٻچندا اسڪول وڃي رهيا آهن. اُنهن سان گڏ سندس پتي به ڪلهندو وڃي رهيو آهي. هوءَ دروازي تي بيهي اُنهن کي ويندو ڏسي رهي آهي. مگر اهو دروازو هي نه آهي. شاندار فليٽ جو دروازو آهي.

اوچتو چانهه جي هاوجڻ تي سندس ڌيان ٽٽو ۽ هن اُٿي گهڻائي ٻارن کي آواز ڏنو ڳل، ٻچي جلد اُٿو- چانهه تيار آهي.

ڪجهه دير بعد هوءَ ٻارن کي وٺي بازار وئي- ٻچي جا ڪپڙا ڦاٽي ويا هئا. ڪجهه ڪپڙا ۽ ڪجهه راندڪا ۽ کاڌي پيتي جو سامان وٺي هوءَ گهر اچي رهي هئي ته هن ساڳيو جوان ڏٺو جو سامهون بيهي هن ڏانهن نهاري رهيو هو.

هوءَ ٽڪڙو ٽڪڙو گهر اندر هلي وئي. ڪجهه دير رکي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي. هوءَ سمجهي وئي ته اهو ئي هوندو. هن ٿورو در کوليو. اُن جوان هن ڏانهن نهاري، چيو "راڻي ڪيڏي مهل."

ھلي وئي. جيڪو ٿورو گھڻو اڳيو ھو اھو ئي ڪائي
اڇي ھوءَ ٻتيءَ جي ٻر ۾ ليٽي. اَج ٻتيءَ جـي ٻرسان
يٺي ھوءَ ٻاڻڪي گنھگار محسوس ڪرڻ لڳي. ٻـر لان
ڳناھ ٿ اَج ھيترن ڏينھن بعد سندس گھر ۾ اَنـاج ميسر
ڪيو. سندس ٻنھين معصومن کـي خوشي بخشي. بيمار
تي مدت بعد ڪجھ ڪائي گھري ننڊ ۾ پيو ھو ۽ ھـوءَ
اس ٻر پاسا ورائيندي رھي. ننڊ ھنڪان ڪوھ دور ھئي.

صبوح جو جڏھن ٻتي نوڪريءَ جـي تلاش ۾ وڃڻ
اھ تيار ٿيڻ لڳو. تڏھن ھـن واھ روپيا سندس ھٿ
ـي رکندي چيو، ”اج اسپتال ضرور ڏيکارجو.“ ٻتيءَ
سندس منھن ۾ نھاريندي چيو، ”شيلا تون ڪيتري نـ
ستي آھين. منھنجو ڪيترو خيال ٿي رکين.“

اھي اَکر سندس دل لـي ھٿوري وانگر ٿـي لڳا.
تيءَ جي وڃڻ بعد ھوءَ ولھاڻي ۾ منھن لڪائي روئـڻ
ڳي. ھي ھن ڇـا ڪري ڇڏيو. ٻتي ڪيس ستو سمجھي
ھيو آھي. مگر ٻـاڻ ڇا ان لائـق آھي. وواڪ ڪيس
ئڻ لڳو.

دماغ دليل ڏنو اھو سڀ تو ٻاڻ لاءِ نـ ڪيو آھي
يلا. ٻتيءَ لاءِ، ٻـارن لاءِ ڪيو اٿئي. ڪوڙـ، ڪـم
ڪڏھن ٻئي جي سنائيءَ لاءِ ڪجي تو ٿ اھو ٻـاپ
آھي ...... اھو پاپ نہ آھي.

اُف! ھوءَ سر ٻڪڙي وٺي. سڄي رات اھا ڪلپنا

نوجوان اندر آيو ۽ دروازو بند ڪيائين.

اُن بعد مٿس ڄڻ ننڊ بيهوشي ڇانئجي وئي. هـر
بت بڻي سڀ ڏسندي رهي. مگر وروڌ ڪرڻ جي
شڪتي منجهانئس موڪلائي وئي.

رات جو جڏهن سندس پتي گهر آيو، تڏهن هن سندس
اکيان روئي آئي رکي. هو سوالي نگاهن سان هن ڏانهن
نهاريندو رهيو. هن زبردستي چپن تي مشڪراهٽ آڻيندي
چيو مونکي نوڪري ملي آهي. سندس پتيءَ اوشواسي
نگاهن سان هن ڏانهن نهاريو. مگر بک مٿس ايترو غالب
پئجي چڪي هئي جو هو سوچڻ سمجهڻ جي شڪتي
وڃائي ويٺو هو. هن صرف ايترو چيو "تو کاڌو آهي."

"توهان کائو. مان پاڻيهي پوءِ کائيندس." هن هينئ
دل جي تڙڪڻ تي قابو رکيو. ڪجهہ دير اڳ سندس دل
اِن انديشي کان تڙڪي رهي هئي تہ ڪٿي پتي سوال
نہ ڪري ڪهڙي نوڪري ڪٿي ملي اٿئي؟

مگر پتيءَ کائڻ شروع ڪيو. اڄ گهڻن ڏينهن کانپوءِ
پتيءَ کاڌو هو سو هنجي اکين ۾ خوشيءَ جا آنسون ڪري
آيا. هن آلين اکين سان سامهون نهاريو. کٽ تي ننڍڙا
ٻار گهري ننڊ ۾ سمهيا پيا هئا ۽ سندن چهري تي معصوم
مشڪراهٽ هئي. سندس دل ۾ خوشيءَ سان گڏ گهري
ويدنا بہ ڀرجي وئي.

پتيءَ جي کائي اُٿڻ بعد هوءَ جوٺا ٿانو کڻي رنڌڻي

موٽڪي مدد جي ضرورت آهي. هن ڪنهن طرح
تحمل نڙيءَ مان اُڪر ڪيا.
بدلي ۾ ڇا ملندو؟ نوجوان شرارتي لهجي ۾ پڇيو.
هن مايوس نگاهن سان هن ڏانهن نهاريو. مگر جلد ئي
ندس اُنهن همت جهڪي وڌائون ۽ نوجوان کيسي ۾
ت وجهي سؤ جو نوٽ سندس هٿ ۾ رکي، پٺڪي
چيو، ٺيڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ مان ايندس.
شيلا چپ چاپ نوٽ ورتو. سندس هٿ ڏڪڻ لڳو.
اغ ڇمو واپس ڪر. مگر دل مجبور ڪيس. هوءَ اندر
ي ۽ منهن ٺونٽي ٿيلهي ڪڍي ٻاهر نڪتي هن محسوس
ڪيو ڄڻ جي جون شرارتي اکيون کيس تڪي رهيون آهن.
ون! هن ڪلهي کي هلڪو جهٽڪو ڏنو ۽ اڳتي
لي وئي.
اُنڪل ڪلاڪ بعد هن ٻارن کي ڪجھ ڪارائي پرسان
اري باغ ۾ وڃي راند ڪرڻ لاءِ ڇڏيو. ٻارن کي گهڻن
ڄهن ڪانپوءِ ترلولي ڪاڏو مليو سو هو خوشي باغ
راند ڪرڻ هليا ويا. هيئنر هن هٿ منهن ڌوتو، ڇهري
ي ٿورو پائوڊر لڳايو ۽ ساڙهيءَ کي ٺيڪ ڪيو. بعد ۾
ڏڪندڙ دل سان دروازي پرسان وڃي رهي. اڃا وڌي
وس پنجھ منٽ به نه گذريا هئا جو در تي ٺڪ ٺڪ ٿي.
ڪندڙ هٿن سان هن دروازو کوليو. سامهون اهو ئي
وان بيٺو مشڪرائي رهيو هو. هوءَ ٿورو پاسيرو ٿي بيهي.

ڪجهه دير بعد هن در جي چير مان ٻاهر نهاريو. ه
ڏٺو ساڳيو جوان پٽيءَ جي دڪان تي ويهي ساڻس ڳالهائي
رهيو هو ۽ پيو ڪلهي کي اشارا ڪري رهيو هو. جنهن
مان هن سمجهيو ضرور سندس ڳالهه هوندي ۽ ه
رنڊڪي ۾ هلي وئي.

مگر اڄ نجاڻ ڇو دل اندري ٿي ٿابو آهي. اندر
ي ڇڏي ته پٽيءَ جي بيماري ٻڌي به ڪيس نه ٿي هئي
پوءِ اڄ هن دل کي ڇا ٿيو آهي. ترڪڻ جڻ ٿابوءَ ۾ ن
نه اچي رهي هئي. هڪ دفعو سوچيائين، ڇو نه هن پٽيءَ
کان ڪجهه مدد گهران. هن ڪيس ٻهڪجي ڇنو آهي. ٻ
نه، سندس اکين ۾ ترندڙ شرارت ۽ چپن جي ڪسل ه
ڏني آهي انهن ۾ ڪا پوٽري نه آهي.

هوءَ ڪمت تي اوندي ڪري روئڻ لڳي. مگر روئڻ
مان نه ڪجهه ورتو نه هو. مان ڇا ڪريان ڀڳوان مان ڇ
ڪريان؟ هن ڪرشن جي مورتيءَ اڳيان ٻاڏائيندي چيو
مگر ڪرشن جي چپن تي مرلي قائم رهي ۽ مشڪراهٽ پڙ

هوءَ اٿي. در ٿورو کولي ٻاهر نهاريائين. اهو ئي جوان
پٽيءَ سان ڳالهائي رهيو هو. نجاڻ ڪيس ڪهڙو پوُر پ
جو هن زور سان سڄو در کوليو. آواز تي ٻنهي هيڏانهن
نهاريو. هن اشاري سان جوان کي سڏيو. پٽيءَ جي اکين
۾ شرارت تري آئي ۽ نوجوان هن ڏانهن وڌي آيو.

سندس اکين اڳيان اچ انڌڪار ڇانيل هو. جڏهن گل
ڪرينا ڪائڻ لاءِ گهرندا. تڏهن هوءَ کين ڇا ڏيندي.
سندس دماغ ۾ بار بار پڙاڏو ٿيندو رهيو ڇا ڏيندي
ڏيندي.

کيس ڪاٻ واهه نٿي سجهي. سندس ڪنن ۾ ٻه مهيا
جا اکر ٻرڻ لڳا، جي وسنتي وٽندڙ نوجوان پنهنجي ڪـي
هئا. "پيا ڪيتري حسين هئي." جـواب ۾ پنهنجي
ڪرائيندي نيڏي نظر سان هن ڏانهن نهاريو هو.

ڇا هوءَ اڄ ان سندرتا کي وسيلو بڻائي. نـه نـه.
ڪي چلائي آئي. مگر گل ڪرينا. نه نه. ووٽڪ وراٽهو
غلط آهي اهو غلط آهي.

بڪ- سندرتا. ها ها هن ڪنن لي هٿ ڏئي رکيا.
سندس دماغ سوال پڇيو. جڏهن ٻار روٽي گهرندا تڏهن
ن دل لـي پٿر رکندينءَ. جڏهن تنهنجو پتي بيماريءَ
ي بنا دوا جي مري ويندو تڏهن پهاڙ مثل زنـدگي
ن ڪٽيندي.

کيس ياد آيو جڏهن ٻه ڏينهن اڳ، هوءَ ٻاهر نڪتي
ي تڏهن پنهنجي سندس پرسان اچي چيو هـو "پنهنجي
ي زندگي نهين ڪٽيگي. ڪهو تو ڪڇ انتظام ڪرون."
هن ڪروڌ ڀريل اکين سان هـن ڏانهن نهاريو هو.
يءَ سان گهر هلي آئـي ۽ در بند ڪري دل جـي
ڪڻ لي هن قابو پاتو هو.

ها نوڪري. ڪمس به هڪ سٺي نوڪري هئي. مگر اچانڪ ڪمس نڪري بيماري لڳي ويئي. ڊاڪٽرن چيس ٽوڪي ٽي. بي. آهي. هيئنر ٽي علاج ڪرائڻ سان ڀلون ٺيڪ ٿي سگهين ٿو. مگر ٽي. بي. جي مرض کان هرڪو ڊڄندو آهي. سو ڪمس به آفيس مان جواب مليو.

دوا ته دوا جي ماڳ، موڙوڙي گهر جو خرچ مشڪل هلڻ لڳو. مگر هن همت نه هاري. هو نوڪريءَ جي تلاش ۾ ڀٽڪڻ لڳو. ان وچ ۾ گهر جا ٿانءُ وڪڻي گذر هلڻ لڳو.

چوندا آهن ته ڪاڌي کوهه به کٽيو وڃن. سو گهر جون شيون به آخر اچي ختم ٿيون.

پاڻ به پريشانيءَ ۽ نوڪريءَ جي تلاش سبب وڌو ٿي ڏٻرو پوندو. مٿان وري ٻن ٻارن ۽ ٻين زال جي چنتا. بيمار جان ڪيتائين هلي. کائڻ جو ٿي نڪاٽو نه، ته دوا وري ڏوڙ مان ٿيندي.

شيلا سندر هئي، سشيل هئي، جوان هئي. مگر گهر جي حالتن ڪمس به مرجهڙو ڪري ڇڏيو. سندس سندرتا وڻي ڦول مرجهائڻ لڳو. وڌيڪ پتيءَ جي بيماريءَ ته ڪيس نهوڙڻ لڳي. غريب ڪٽنب جي ڇوڪري هئي. هڪ ڦڪل هئي مگر پڙهيل نه هئي. نه ته جيڪر نوڪري ڪري پتيءَ جو بار هلڪو ڪري ها. بس چنتا ۾ جهري رهي هئي. ڪيس ڪابه واهه نٿي سجهي.

اصلوڪي ڪهاڻي

# پـــاپ يـــا ......

ليکڪا: مسز لڪشمي ٽي. ديناڻي

عرف: لڇمي جي. آميسر

شيلا ٽورو دروازو کوليو. هـــن ڏٺو سامهون وارو ٻيو ٽيڏي نظر سان هن ڏانهن نهاري رهيو هو. هـن جلدي دروازو بند ڪري ڇڏيو. سندس من ۾ هلچل هلائي.

اَڄ لڳاتار ڇهن ڏينهن کان سندس ۽ سندس پتيءَ جي پيٽ ۾ اَن جو ٽڪرو نه ويو هو. مٽ ۾ چانور هئا جنهن جو ڀت ناهي هن گل ۽ ڪوبتا کي پيئاريو هو. مگر اَڄ اهو به ختم. هن ٿڌو ساهه پٽيو.

اَف! پرڀو، هيءَ ڪهڙي پرڪيا. ڇا تنهنجي دنيا ۾ انڌير آهي؟ چوندا آهن تـــه ڀڳوان وٽ دير آهي پر انڌير نه آهي. مگر هت تـه دير کان اڳ دير ٿي وئي آهي. لڳاتار ڇهن مهنن کان سندس پتي بيمار آهي. پر ان بيماريءَ جي بـــاوجود پڻ هو نوڪريءَ جي تلاش ۾ آهي.

# جنم دن مبارڪ

جنم دن مبارڪ، جنم دن مبارڪ
ننڍا پيار لوڪي جنم دن مبارڪ.

سدا شال جڳ ۾ زندو رهين
مٺي مرڪ چپن کي ڏيندو رهين

خوشين سان ڀرئن توُن گهر کي سدا
کلين مسڪرائين توُن هر پل سدا

ڏٺي وار ونگو نه لهندو ڪڏهن
لڳي ڪين ڪوسي هوا پيءَ لوڪي ڪڏهن

اڄ روز هيءُ ڏينهن جنم دن مبارڪ
جنم دن مبارڪ، جنم دن مبارڪ.

انوواد: شري جي. جي لڪاڻي

ڪور ۾ وڏڙي ڀنو بيٺي. جڏهن راجا ڏٺو ته ڪافي ماس
ڪوري ڪيڏي ڪان پوءِ به وزن برابر نٿو بيهي ته موچڙو ئي
ساط تارازيءَ ۾ وهي رهيو. تڏهن وڃي وزن برابر ٿيو
معنيٰ ماس وارو پاسو هيٺ ٿيو.

راجا جي چوڻ تي جلاد کي گهرايو ويو ته جيئن راجا
جي جان جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري باز کي ڏني ته ڪائي
هيٺ پري. اگهي ديوتا ۽ راجا اندر جڏهن راجا شيءِ
جي هيءَ اداڪا ڏٺي ته هڪدم اصلي روپ ۾ ظاهر ٿيا
۽ جلادن کي روڪي ڪمس ڏنيواد ڏيڻ لڳا ۽ آشيرواد
ڪري روانا ٿيا.



## ڪل ٽـــ سهڻن

پٽ - امان، دادا کي مٿي تي وار ڇو ڪونه آهن؟

ماءُ - اها دماغ جي نشاني آهي، جنهنکي مٿي تي
وار جيترا ٿورا اوترو ئي دماغ وڏڙو ڪنهل.

پٽ - امانءَ ڇا زالن کي ٿورو به دماغ ڪونه ٿيندو
آهي!

جي پرڪشيا وٺڻ چاهيائين. اها ڳالهه اُنهيءَ سان ڪيائين ۽ اٿئي ست سٺي گڏجي نڪتا. اُنهي ڪبوتر جو روپ ڌارڻ ڪيو ۽ اڳيان هلي ۽ اِندر باز جو روپ ڌاري ڪبوتر جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو.

ڪبوتر ڊوڙندي ڊوڙندي اچي راجا شبيءَ جي گود ۾ ڪريو ۽ سهڪندي سهڪندي راجا کي چيائين، "راجن منهنجي جان بچاءِ، هڪ باز منهنجي جان جي پٺيان پيو آهي." راجا شبيءَ کيس واعدو ڪيو. ايتري ۾ باز ب اچي پهتو ۽ ڪبوتر کي راجا جي گود ۾ لڪل ڏسي راجا کي چيائين، "هي راجن هي منهنجو شڪار آهي مهرباني ڪري هن ڪبوتر کي آزاد ڪري ٻاهر ڪڍ ت مان کيس کائي پنهنجو پيٽ ڀريان." تنهن تي راجا ب کي چيو، "هي ڪبوتر منهنجي شرڻ ۾ آيو آهي. شرڻ ۾ آيل جي رکشيا ڪرڻ منهنجو ڌرم آهي. توکي هر و پر بک ئي ستائيندي آهي ته مان توکي ڪبوتر جي وزن جيترو پنهنجو ماس ڏيڻ لاءِ تيار آهيان." باز کي انهيءَ ڳالهه ۾ ڪوبه اعتراض نه ٿيو. راجا هڪدم ترازي گهرائي هڪ پاسي ڪبوتر کي رکيائين ۽ ٻئي پاسي پنهنجي ڪجهه ماس ڪوري ڪڍيائين ۽ ترازيءَ ۾ رکيائين ڪبوتر، جو اصليت ۾ اُگني ديوتا هئي پنهنجو وزن و وڌائيندو جنهن ڪري راجا جيڪو به ماس ترازيءَ ۾ رکي پيو سو اهو گهٽ پيو پوي ڀيٽي ڪبوتر وارو پاس

اتهاسڪ وارتا

# شل ڪو پار پوي !!

صاحبراءِ دولتاڻي (الهاسنگر)

چوندا آهن ته ڀڳوان هميشه پنهنجي ڀڳتن جي رکشيا
ندو آهي. سچيءَ دل سان جيڪو ياد ڪري تنهن
ن هميشه سات آهي. مگر انهن جي ڀڳتي سولي ڪار
رڻ کان پهريان سندن جيڪا ڪٺن پريکشيا وٺندو آهي
ن پريکشيا مان پار پوڻ جهڙي تهڙي جو ڪم ناهي.
راجا هريشچندر جو قصو انهيءَ ڳالهه لاءِ خاص ڪري
اهه آهي. هن جي جهڙن نموني ڪٺن پريکشيا ورتي
ي سا صرف ڳالهه ٻڌندي ئي لڱ ڪانڊارجي ويندا
ن. اَڄ مان توهانکي هڪ اها وارتا ٿو ٻڌايان.
راجا شبي هڪ مهان راجا ۽ ايشور ڀڳت هوندو هو.
س درٻار داليءَ جي ساراهه جڳ پرسڌ هئي، ڪو
الي هن جي در کان خالي نه موٽيو. سندس دان پن
ت يا ڌرم جي ساراهه ٻڌي ديوتائون به حسد ڪرڻ لڳا.
ري قدر جو راجا اندر به اهڙا ڪرڻ لڳو ۽ راجا شبي

اِهو به جولش لئي چڻـــل آ
نه ڪنهنکي ڪنهن مان فائدو ٿيڻو آ
صرف ماڻي ڇو آهڙيون اِلاهي مالئون آهن
۽ گهٽائي راجيش آهن جيڪي فلمي دنيا ۾ گهڻو ڇاهين

٤- او جي. پي. سپي جيڪر توهان هر فلم ۾
هڪ نئون سنڌي ڪلاڪار ڇونڊيو
نه سنڌي جاتي توهان کي ڪيئن وساريندي
روشن لال. سپي، اوجن هنگوراڻـــي،
شيام سنڌر شوداساڻي، ديپڪ آشا،
جيڪو هر فلم ۾ ڪنهن نه ڪنهن سنڌيءَ کي ڪڻ
نه سنڌي ڪيئن انهن کي ڀلائيندا.

٥- او سائين مهنجا شل هيءَ سنڌي نغمو،
توهانجي دربار ۾ قبول پو
جو مون سچيءَ دل سان سنڌين کي وڌائڻ لاءِ،
هن وچها کي جنم ڏنو
جنم ڇا، ٻڪڙيل مولين کي ڏاڪي سان جوڙيو آ
او سائين مولکي اچان به همت ڏي
نه دکين، غزلن، سنابلن، وڌوائن جي شهوا ڪري سگ
وري به جيڪا سائينءَ جي اِڇا.

* ٿانئون کانچند داڻ

# شولي

شولي جي معنيٰ لـــ، باهه جا اُلا آ
پر هيءَ ته فلم جو نالو آ
جنهن اُمجد خان کي جوهر ڏيکارڻ جو موقعو ڏنو آ
جنهن جي. پي. سپيءَ جو نالو دنيا ۾ روشن ڪيو آ
۽ رميش سپيءَ کي به چمڪايو آ
شايد 70 M.M جو ڪمال آ
منروا به گهٽ نه ڪمايو آ
روزانا ٽن ڪيان جي بدران اڃان به مئٽنيءَ ۾ چالو آ
پدا ٿيڻ جي، هيءَ اشتهار آ.

او جي. پي. سپي توهان اُهن لون سنڌي ڪلاڪارن کي
چو نه موقعو ڏنو آ جيڪي هر وقت آس رکي ويٺا آهن
پر ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ آهن
چاهي اُهي ڪلاڪار آهن يا نرليڪار
آکاڻي لکندڙ آهن يا شاعر
سنگيتڪار آهن يا گائڪ

مالا راڻسنگهاڻي وجينتيمالا جي شش آ
جنهن کي فلميا جو پرسڪار مليل آ
جيڪر مالا کي چمڪائڻو آ ته راجيش کنا
۽ ڌرميندر ٻي سپي ماڻهو آهن

منهن ڏسڻ ۾ آيو. جنهن ۾ نه اکيون، نه وات، نه، نڪ ۽ نه ڪن هئا.

اهو ڏسڻ ڪانپوءِ سڪندر ڏاڍو ڏکي ٿيو ۽ جنهن لاءِ سليمان جي گهر ويو ۽ جيڪو باغ اُن ڏٺو هو، اُتي ڏٺو هو، سو سڀ ٻڌايائينس ۽ انهيءَ مهل سڪندر سليمان کي هڪ سو ڊالر ڏنا.



# ٽهڪن جي ٽجوڙي

ماستر: (ڇوڪري کي) ٻڌاءِ، اڪبر بادشاهه ڪٿان ڪان وٺي ڪيستائين حڪومت ڪئي.

هڪ ڇوڪرو: سائين صفحي ٻٽي ڪان وٺي صفحي ستين تائين.

---

موهن - (رام کي) اڄ يار، منهنجو لڪ ورڻي جهو نقصان ٿيو.

رام - اهو ڪيئن؟

موهن - اڄ يار لڪ جي لاٽري نه نڪتي.

* سرگواسي پرمانند ڪنهيالعل ڀاٽي

ٻئي ڏينهن جڏهن سڪندر ڪمپائونڊ جو در کولي اندر ويو ته هن سمجهيو ته ڪو جڙتو ڳالهائي رهيو آهي، پر جڏهن هن وڏو دروازو کوليو، ته دروازي کلڻ سان ئي ڳالهائڻ بند ٿي ويو. هال خالي هو. جڏهن هو ٻئي دروازي تي پهتو ته هن سمجهيو ته ڪي ٻار واند ڪري رهيا آهن، پر دروازي کلڻ سان ئي آواز بند ٿي ويو. ٿوري دير لاءِ هن ٻي آواز محسوس ڪئي. هن سمجهيو ته شايد اها منهنجي خيالات آهي، ۽ هو رڌڻي طرف وڌيو. رڌڻي جي دروازي تي هن ائين محسوس ڪيو ته ڪو ماني ڪري رهيو آهي، پر دروازي کولڻ سان هن کي ڪجهه به ٻڌڻ يا ڏسڻ ۾ نه آيو ۽ جلد ئي ٻيو ٿڌو ڪٽي ٻاهر اچي سامان کي ڏٺائين.

ٽين ڏينهن ته وري سڪندر اُن گهر طرف وڌيو. جيستائين هو رڌڻي جي دروازي تائين پهتو ته هن کي اڳين ڏينهن جون سڀ ڳالهيون وري ساڳئي نموني ٻڌڻ ۾ آيون رڌڻي ۾ ماني پچائڻ جو آواز آيو. هن آهستي سان دروازو کوليو ۽ رڌڻي طرف ڏٺو. هن ڏٺو ته هڪ پڪيو ماڻهو اسٽوو تي ٽيڪ ۾ ڪجهه ٺوري رهيو آهي. پٺي جي ٻئي دروازي طرف هئي. سڪندر آهستي سان اُن ماڻهوءَ تائين پهتو ۽ هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ جڏهن ماڻهو مڙيو ته سڪندر ڪي صرف اُن جو خالي

والد وڏند جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا هئا، پر ڪڏهن اُنهن کي
ڏٺو ڪونه.

اِها ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ سڪندر چيو ته اهي ٻارڙيو
آڪاٽيون ٻڌي مان ڏنگ ٿي پيو آهيان، سليمان ڪـي اهـ
ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هن سڪندر سان شرط لڳائي ته ٻار
اهو ثابت ڪري ڏيکاري ته هن گهر ۾ ڀوتن پريتن جو واس
نه آهي. سڪندر اها شرط قبول ڪئي. اهڙي ريت اهو و
سڪندر اَڪيلو گهر جي رنڌڻي تائين ويندو ۽ سگري
جي اَندر جيڪي ٿڙ پيا آهن اهي آڻـي سليمان کي
ڏيندو.

ٻهرڻ ڏينهن هڪ، ٻئي ڏينهن ٻه، ۽ ٽئين ڏينهن ٽيون
اهڙيءَ طرح ٽن ڏينهن ۾ ٽي ٿڙ آڻيندو. انهن ٽن ڏينهن
۾ جيڪڏهن ڪجهه نه ٿيو ته سليمان سڪندر کي هڪ س
ڊالر ڏيندو، نه ته، ته سڪندر شرط هارائي.

جڏهن سڪندر سڀني ڳالهين لاءِ راضي ٿيو، تڏهن
سليمان سڪندر کي اهو گهر ڏيکاريو ۽ چيائينس تـه لوڪ
پهرين ڪم شروع ڪري سگهين ٿو. ٻئي ڏينهن ٻپهر
سڪندر گهر جي ڪمپائونـڊ جو دروازو کولي سڌو وڏي
دروازي کان اَندر رنڌڻي تائين پهچي ويو ۽ سگريءَ مان
ٿڙ ڪڍي ٻاهر آيو ۽ سليمان کـي ڏنائين ۽ گلي ڪري
چيائينس ته انـدر گهڻئي ڀـوت آهن، پر سليمان چپ
ڪري اُتان هلي ويو.

ٻارن جي ڦلواري

# هڪ شرط

ليکڪ: نيل ڪمل ٻڌيچندائي

سنگاپور جي هڪ ننڍي ٻيٽ ۾ هڪ ماڻهو گهمڻ
يو. هيءُ اُنهن ماڻهن مان هو جيڪي ڀوتن پريتن ۾
شواس نه ڪندا آهن. هن جو نالو سڪندر هو.

سليمان جيڪو اُتي جو رهاڪو هو تنهن هن کي هڪ
ڙ جي لاءِ ٻڌايو، جنهن ۾ هن جو وشواس هو ته اُنهيءَ
هر ۾ ڀوتن پريتن جو واسو آهي. سليمان هن کي ٻڌايو
اُنهيءَ ۾ اُتان پاڻين جو هڪ ڪٽنب رهندو هو. تنهن
ڇهه ٻار هڪ مرد ۽ هڪ زال هئا. ڪنهن بيماريءَ ۾
ن جو پيءُ گذاري ويو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ ٻه ٻار ۽
سندن ماءُ به گذاري وئي، باقي چئن ٻارن کي سندن
چاچو پاڻ وٽ وٺي ويو ۽ گهر مسواڙ تي ڏيئي ڇڏيو.

جڏهن مسواڙي اُن جڳهه ۾ رهڻ آيا ته، اُتي رهي نه
سگهيا، ڇاڪاڻ ته اُتي مري ويلن جا آواز ۽ ٻارن جي

# غزل

١- دل جو راز نه ڪنهن کي ٻڌايو
مون آئيني کان به لڪايو!

٢- جهڪي اکيان سامهون آهيان
من ۾ نه ڪو اهڙوپ سجايو!

٣- ڪيئن ڪري مهمان نوازي
سڌ ڏئي ڪنهن پاڻ لڪايو!

٤- هر هر مونس چوواڻي نـي
منزل جو ڏس ڪنهن نه سجهايو!

٥- پنهنجي سڌ جو ايتم پڙاڏو
تنهنجو ڪو آواز نه آيو!

٦- ڪيئن ٽاڻين اس کان لڪبو
چانڊو چڙهي ڪي ڀر وڌايو!

٧- ڇو رفتار زماني جي سان
هر ڪو پنهنجي چال مٽايو؟

٨- غرق نه ٿئي ساگر ۾ تنهن
لهرن سان ٿو سر ٽڪرايو

٩- شيام حيات جو آرهڙ اٿن هو
سر ٿي اس، پيرن ۾ سايو!

* نارائڻ شيام

ڄاڻي پڻ صورت سورداس جي نڪمي. مون اُن وقت آماهه
ڏاٽڪ جو قدر نه، سڃاتو. اُلٽو اُن جو نرادر ڪيو. هنوءَ
ورتا لڳي.

"لاڌهن تو مهنجي ڪرشن کي ڪونه سڃاتو آهي. مالا
هوءُ اِنسان نه ديوتا آهي. مسٽر شهاڻي وشواس ۽ غور
سان چيو. مالا جي جلمل ڇهڙي اي نه مرڪ وري آئي.
ڪ اُداس مرڪ!

شام جو ڪرشن چانهه جا پيالا ڀري رکيو هو ته مسٽر
شهاڻيءَ چيو: ڪرشن مون کي چوڻ نه کپي- ته ته-

"توهان چئي ڏيو دادا- جيڪي به چوڻ چاهيو."

ڪرشن پليٽ ۾ چانهه اولي پليٽ مالا جي هٿن ۾
ڏي. اَڄ ڪرشن جي هٿ جي ڪومل ڇهاءُ مالا جي دل
جي تارن کي لرزش ۾ آڻي ڇڏيو- ڇو؟ ڪير ڄاڻي.

مسٽر شهاڻيءَ چيو ته پٽ- جي مان مالا جــي ٻانهن
مهنجي هٿن ۾ عمر ڀر جي لاءِ سونپي ڇڏيان ته ڪيئن-
ان به ٻگڻي ٻر ئي آهيان.

"دادا- توهان جو هر لفظ مون لاءِ حڪم آهي-
لا بي اختيار ڪرشن کي چمڙي پئي.

مسٽر شهاڻيءَ ڪرشن جي مٺي ۾ هٿ قبرايو ۽ مالا
و هٿ وٺي ڪرشن جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو!

کان پوءِ وڌيڪ بدصورت ٿي ويو هو. ان مهڻن جي علا
بعد هو گهر موٽي آيا. مسٽر شهاڻيءَ ڪرشن کي پنهنجي
گهر وڃڻ کان في الحال منع ڪئي، ۽ ڪرشن ڪـي مسـ
شهاڻيءَ جي ڳالهه نه رکڻ جـي همت ٿي ڪٿي هئي
ڪرشن پنهنجي گهر جي نوڪر کي مسٽر شهاڻيءَ جـ
گهر گهرائي ورتو. ڪم ڪار هن جي سپرد ڪري ڪرش
نوڪريءَ تي وڃڻ لڳو. شام جو هو مالا جي زخمن تـ
مرهم لڳائيندو هو - هوءَ پهرين ته حجاب وچان هن جـ
هٿ روڪڻ جـي ڪندي هئي پر پوءِ لاچار ڪرش
چوندو هو: مالا شرم عورت جو ڳهڻو آهي. مان ڄاڻان
پر مان سمجهان ٿو ته تنهنجن زخمن تـي مرهم مون ک
ٿي لڳائڻ گهرجي جو ٽون ۽ مان ٻئي ساڳيءَ ڀاهه جـ
شڪار ٿيا آهيون.

مسٽر شهاڻي چوندو هو "پٽ مان تنهنجي ڀلاين جـ
عيوضو ڪڏهن به چڪائي نه سگهندس"

"ائين نه چئو - دادا - ڪرشن چوندو هو.

هڪ ڏينهن - مسٽر شهاڻي ڪو ڪتاب ڪڍي مالا ک
وندرائڻ لاءِ پڙهي رهيو هو. ان ۾ هڪ ٻـي قدر انسا
جو بيان آهو ته مالا سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

"ڇو مالا؟" عجب وچان مسٽر شهاڻيءَ پڇيو.

"دادا - مان اڄ صرف ان جـي لائق به نه رهـ
آهيان جو ڪرشن کي پاڻ جهڙن ساڻ طـور آڇيان

”دادا، شاگرد اُستاد کان جيتري ۽ جيتري نه ٿو سکهي-
هن جي هار ۾ ئي سندس ڀلائي آهي- عزت آهي-
ناموس آهي. ڪالهه اسانئون اها ڳالهه مون کي سمجهه ۾
ڪانه آئي- ان لاءِ مون کي معاف ڪجو.“ ائين چوندي
بي اختيار ڪرشن همت جهڪي مسٽر شهاڻيءَ
جا پير ڇهي ورتا ۽ آهستي ٻاهر نڪري ويو.

مسٽر شهاڻيءَ جي من ۾ مانڌاڻ متل هو. ڇا هو
ڪرشن کي پنهنجيءَ مالا جي ٻانهن آڇي؟ ڇا- هو ها
ڪندو؟ انڪار ته نه ڪندو؟ ائي ئي خيال آئس مالا
کان پڇڻ به ضروري آهي. اڄ سندس ماءُ هجي ها ته
ڪهڙو ڪانئس هوءَ ئي پڇي ها!

هن سڏ ڪيو ”مالا- پٽ، ذرا هيڏانهن ته اچ.“

”آئي بابا“ چوندي مالا اچي وٽس ويٺي.

”ويٺي ڇو آهين پٽ ڪرسي کڻي ويهه نه- مگر هوءَ
سندس اڳيان پٽ تي ئي ويٺي رهي- مسٽر شهاڻيءَ
وڏي مشڪلات سان چيو، ”پٽ، اڄ تنهنجي ماءُ حيات
هجي ها ته تون هن عمر تائين ڪنواري ڪونه رهين ها.
پر نصيب جي بازي آهي- نه“ اُن ۾ ته روڪ پٽ. مان
ٿيس جڏو جهڙو. مان توکان ڪجهه پڇڻ ٿو چاهيان.“

مالا سوالي نگاهن سان ڏانهنس نهاريو.

”ٻڌ پٽ- تون ڪرشن لاءِ ڇا ٿي ڀانئين؟“

”ڇا ٿي ڀانيان- نهايت نيڪ دل انسان آهي-

خوشيءَ جي جهلڪ ڪانه آئي. هوءَ اڃان اُداس ئي ول
ڪرشن کي هي ڇا ٿي ويو آهي؟ هن سڀ ساري
سمجهي ورتيون. ڪرشن جو راجا گرفتار ٿي چڪو ه
حالتن لاءِ ونس ڪابه چال ڪانه بچي هئي! ڪرشن
ڪڏهن همت جهڪي ويو. هوءَ هارائي چڪو هو!

مسٽر شهاڻيءَ پڇيو، "ڪرشن اڄ ڏاڍو اُداس آهين
گهر ۾ ته سڀ خوش آهن نه؟"

"گهر ۾ ڀتيون ڇت، فرنيچر ۽ ٻاسڻ سڀ خو
چڱا ڀلا آهن" ڪرشن اُداس لهجي ۾ چيو.

"ڇو ڪرشن، تنهنجي زال ٻار هتي ڪونهن ڇا؟
شهاڻيءَ پڇيو.

"زال - ٻار؟" ڪرشن جڻ سوال جو جواب سوال
ڏيندي چيو. "مان بلڪل اڪيلو آهيان - دادا -
ڇڏيو ان ڳالهه کي - اچو ته هڪ راند ڪريون - اڄ
اَت به ڪرڻ تيار آهن."

چوندي ڪرشن اُداس ڇهري سان ساريون ناهي ج
جو ميدان تيار ڪرڻ لڳو - راند شروع ٿي - ٻنهي ج
دلين ۾ طوفان هو. ڪرڻ ۾ چاله. ٿڌي ٿي رهي هئ
ڪرشن ورئي ٻه راند هارائي. مسٽر شهاڻيءَ جا
ڪرشن جي گهوڙن اٺن وڃندي هاٿين ۽ وزير کي مارڻ
رهيا!! تڏهن مسٽر شهاڻيءَ چيو: ڪرشن "اڄ توکي
ٿي ڇا ويو آهي!"

هو لڙندا رهندا هئا. صرف لڙندا رهندا هئا.

.... ۽ اهڙيءَ طرح هو ڌيري ڌيري ڪن دوستن کي
ءِ شطرنج ڏانهن متوجه ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو. هاڻي هو
اڪيلو ڪونه هو. هڪ ڪيڏارين جي محفل ۾ ساڻس گڏ
هئي. هو هن جو رهنما هو، سرمور هو، سرتاج هو!

هاڻي هو ڌيري ڌيري روشنيءَ ۾ اچڻ لڳو. شطرنج
جي چئمپئنشپن ۾ هو سدا اڳرو رهندو هو. ها فاتح جيان
شطرنج جي هر لڙائيءَ ۾ سوڀارو ٿيندو هو. ڪيئي ٽرافيون
۽ شيلڊس ونس اچي جمع ٿيون هيون. مگر سندس دل
۾ هڪ زخم هو. لاعلاج زخم!! ڪاش مالڪ هنجو ڪارو
رنگ سفيد ڪري ڇڏي ها! ڪاش هو ميران کي
جيون ساٿي بڻائي سگهي ها!!

وڪي وڪي هن جي اُن زخم مان رت ٽمي پوندو هو.
هن جو اهو زخم ڪڏهن ناسور ته نه ٿي ويندو؟ ڪير
ڄاڻي؟

مشڪل ڪا اخبار هئي جنهن ۾ هن جي فوٽي سان
سندس ڪاميابيءَ جو احوال نه هجي. سندس ڏنل
ملاقات جو احوال نه هجي!

هڪ ڏينهن هن کي هڪ لفافو پهتو. ڪنهن مسٽر
شهاڻيءَ کيس لکيو هو ته مهرباني ڪري کيس گڏجي.
جو پاڻ برڪ اوستا جو جڏو سرپر آهي؛ ونس نه تو اچي
سگهي، کيس واڌاين ڏيڻ لاءِ!

۽ سهڻو سرور واريءَ ميران لاءِ دل هاري ويٺو. مير
رنگ جي البت ساوري هئي پر ڪرشن رنگ جو شيدائي
ڪرڻ هو. هوءَ پنهنجي گهري ڪاري رنگ ۽ بدنما م
جي داغن سبب بدصورت ڇوڪري لڳي، ڪنهن موقع
لي سون انسان جا ٽوليءَ پريا مارڪ پڻي ڇڪو آهي
ڇڏهن خود ميران به هڪ دعوي هن جي ڪنول شادي
جي آڄ ڪي نڪرائي ڇڏيو ٿڌهن هڻي دل ئي دل
فيصلو ڪيو ته هن کان پوءِ هوءَ ڪڏهن به ڪنهن ڇوڪري
کي شاديءَ لاءِ پاڻ نه آڇيندو! هن دل لاءِ پٿر رک
ڇڏيو. هن اُمنگن جي سيلاب جو رخ شطرنج طرف موڙ
ڇڏيو. ڇترڪلا کان پوءِ شطرنج هن جو پيو شغل ه
شطرنج جو کيل هن جو ڌرم هو- ايمان هو. د
ان جو پوڄاري هو. شطرنج هن جي بندگي هئي- هد
سڄي پوڄاريءَ جيان زندگيءَ جو هرڪو واندو پل شطر
جي آڳيان پيتا چاڙهي ڇڏيندو هو. هاڻي هن کي ا
ڪاٻه ٻيو ڪانه هئي. لڳاتار شطرنج کيڏي، شطرنج د
جي خون ۾ سمائجي ويئي هئي. رات جو ڏهن ڏهن ٿا
اڪيلو شطرنج کيڏندو رهندو هو. ان وقت هوءَ پاڻ ک
ٻون ٻن اڌن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو- ها! پورا ٻه حص
برابر جا حصا. هڪ جهڙا طاقتور قابل شطرنج جا کيڏاڙ
آهي ٻه حصا هڪ ٻئي آڏو آئن، گهوڙن، هاٿين ۽ پياد
سان خونخوار حملا ڪندا هئا. حملن کان پاڻ بچائيند
هئا. ٻنهين مان ڪو به هار ڪائڻ لاءِ تيار نه هوندو ه



# زخم

ليکڪ: هيرانند چيلانند "هيرو"

زندگي مذاق آهي ۽ انسان مذاق جو مرڪز. انسان
سمت پتليءَ جيان هن دنيوي رنگ منچ تي غيبي راشمي
ڳي سان ٻڌل، نچندو رهي ٿو ۽ اهڙا ڪند قسمت جي
ٻل آڱرين ۾ ٻڌل رهي ٿي. قسمت هن ڪان اهي ناچ
ڇائي ٿي، جي قدرت لوهي قلم سان هن جي نراڙ تي
تي چڪيا آهن.

ٻگوان ڪرشن راجپتيءَ جو جاڳو جنگي جوڌو هو.
ڪرشن کي اسم ٻگوان ڪري سڏين ٿا. جي شطرنج
ي داو پيچ جاڻندڙ ڪي ۽ آگر ٻگوان ڪري سڏيو وڃي
آسان جي هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار ڪرشن شطرنج
ٻگوان هو!

ڪرشن جهڙي قابليت تعليمي لياقت نيڪ سڀاءَ ۽
هٽي ٻگهار ۾ ڪنهن دلپسند ڇوڪريءَ سان شاديءَ ڪرڻ
ڪامياب ڪرڻ لڳن ٿيون. هو آڪائونٽنٽ هو.
مران سنلس آفيس ۾ ڪلارڪ هئي. هو دلڪش روشن

ستارن جي جهڳ مڳ، آڪ جمڪ مهنجي تي آهي،
ماڪڙن ۾ اونهائي، ساوڪ سرتي مهنجي آهي،
تهڪري مان "سدوم" آهيان!
چاڪاڻ ته اهو مهنجي آتما جي ٻولي آ:
"مان ڪائنات آهيان!"
ته ڇا، پلا مون اهو ڪفر ٻوليو؟

... ... ... ...

برهماني مهنجو وجود آهي.
"اوم" شبد مهنجو واڪيه آهي.
شانتي مهنجي وائي آهي،
۽ سمادي مهنجي آتمڪ چيتنا.
مهنجي ايڪاگرتي ۾ ابديت آهي.
گمڀيرتا مهنجي آوازتا آهي.
انتر ڌيان مهنجون امرت الڪرون آهن
ترويڻي مهنجو هرده آهي،
۽ ڪيلاش مهنجو مستڪ
اوم شانتي مهنجي آتما آهي.
تهڪري مان "مڪام" آهيان!
چاڪاڻ ته اهو مهنجي آتما جي ٻولي آ:
"مان ڪائنات آهيان!"
ته ڇا، پلا مون اهو ڪفر ٻوليو؟



مان نچندو ٽپندو آهيان ته ڌرتي پاتال ٿر ٿر ڪنبندا آهن،
برسات منهنجو پسينو آهي.
منهنجي پيٽ ۾ جوالا مکي نچندو ۽ ٽهڪندو آهي.
منهنجي اُرهه تي مهاساگرن جون ويرون اُڀ تائين چڙهي
لهنديون آهن.
منهنجي نسن، نبضن، ناڙين ۾ گنگا، جمنا، سنڌو نديون
وهنديون آهن.
ٺهڪري مان ”شوم“ آهيان،
ڇاڪاڻ ته اهو منهنجي آتما ٿي ٻولي ته:
”مان ڪائنات آهيان!“
ته ڇا، ڀلا مون اهو ڪفر ٻوليو؟

... .... ....

ساري ڌرتي منهنجو سرير آهي.
منهنجي جسم تي ونسپتي اُسريل پکڙيل آهي.
پهاڙن جي ڊري اوچائي منهنجي آهي.
مهاساگرن جي عميقتا ۽ شانتيءَ ۾ مان ئي سمايل آهيان،
نديون، نهرون ۽ جهرڻن ۾ منهنجو ئي سنگيت آهي.
وڻن ٽڻن جي پنن ٽارين ۾ پڻ منهنجا ئي گيت ڀريل آهن،
گلن ڦلن جي سونهن سرهاڻ ۾ پڻ مان ئي مايل آهيان.
هير ۾ هلڪو هڳاءُ منهنجو آهي.
چندرما ۾ سندرتا ۽ سيتلتا منهنجي ڇهري جي آهي.
مان ئي آهيان سورج جو تيج، تجلو ۽ پرڪاش.

منهنجو سينو سورج آهي.
منهنجي پٺي چنڊرمان!
منهنجي ڪمر جي چوطرف خط استوا آهي.
منهنجي ڌن وٽ منهنجي مالر پوءِ آهي.
منهنجا ڪلها آهن هماچل،
مانسرور آهي منهنجي دل،
گنگوتري منهنجو دماغ.
تنهنڪري مان "ستيم" آهيان.
چاڪاڻ ته اهو منهنجي آتما ٿي ٻولي:
"مان ڪائنات آهيان!"
ته ڇا ڀلا مون اهو ڪفر ٻوليو؟

.... ... ....

سواس منهنجو وايو آهي.
پاسو ورائان ته ڏينهن ٿئي،
ٻيو پاسو ورائان ته رات ٿي پوي!
هڪ پاسريءَ وٽ، اُشا هوندي اٿم،
ٻيءَ پاسريءَ وٽ سنڌيا هوندي اٿم!
ڪر موڙيان ته مندون مٽجي وڃن.
اکيون ڇنڀيان ته ڪموٽيون کڙن.
اکيون مهٽيان ته وڄ - چمڪون نڪرن ۽ وڄون وسن!
بجليءَ جي ڪڙڪا ۽ بادلن جي گجگوڙ منهنجي للڪار آهي
مان هلندو آهيان ته ڌرتي ڌڏندي آهي.

# مان ڪائنات آهيان !

ليکڪ:

گوبند رام سلامتراءِ راءِسنگهاڻي
”سائل“، انبور

مان ته چوان:
”مان ڪائنات آهيان!“
ڇاڪاڻ ته مان سنسار، شور، سمنڊ ۽ ڪهڪشان آهيان!
پر چوي ڪير ٿو مان ڪائنات ناهيان؟
ليڪن اهو منهنجي آتما ٿي بولي ته:
”مان ڪائنات آهيان!“
ته ڇا، ڀلا مون اهو ڪفر بوليو؟

.... .... ...

اتر قطب منهنجو مٿو آهي،
۽ دکڻ قطب منهنجا پير!
منهنجو ساڄو هٿ اُفق آهي،
۽ کاٻو هٿ منهنجو شفق!

مڙ ڪٺو ٿي ويو. انهن مان هڪ مون وٽ آئي، ”سر، هر هارٽ...“ Sir, her heart!.

مون سهڪندي چيو، ”مئي هارٽ؟“ (My heart).

”ماءِ گاڊ“ (My God!) ڇوڪريون ڏندن آڱريون ڏيڻ لڳيون، ”بوٿ هارٽ بئڊ؟“ Both heart bad جهٽ لِلسي ساڙهيءَ جي پلئه سان اکيون اگهي آئي، ”ڇا ٿيو؟ ڇا ٿيو؟ سر“

مون اکيون مهٽيندي چيو، ”هارٽ! هارٽ!! “Heart, heart”

هن دٻ ڪئي، ڪجهه ڪونهي. ڪافي پيءُ. او ڇوڪر! ڪافي، گرم گرم ڪافي.“

”تنهنجيءَ دل کي ڇا ٿيو؟“ مون سهڪندي چيو.

”او!“ منهنجون اکيون ٻرجي آيون، ”ماءِ پوئر هارٽ!“ My Poor heart!.

مون کي ڇاتيءَ ۾ ڏاڍو سور آهي. تون ٽائيپ جو ڪم ٿورو ڏي نه؟

مئي پوئر هارٽ!“ My poor heart! مون ان گرم گرم ڪافي پيئندي چيو، ”هن درشن جو ذڪر جو ٽائين نه پهچڻ گهرجي!“

”پوئر گرل“ Poor Girl چوندي هوءِ پنهنجيءَ ٽيبل پرسان ويهي دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳي.......



ماڪ جو پڙو اُڳيان ڪري ڇوڙيندو آهي ته مان به ڏندن ۾
ماڪ وجهي سڙڪ جو چڪر لڳائي اچان. هن جي خيال
۾ ڏندن ۾ تماڪ وجهڻ سان دماغ جا سڀ پردا کلي ٿا
ون! هوءَ ٺوڪ هڻندو آهي ته اسان سگريٽ ڇا سوچي
سگهندا آهيون! جي دفترن جو ڪم پڙهو ٿيو آهي تنهن ان
جي جوابداري سگريٽ ڇڪيندڙ آدمين جي آهي! مون کي
ته بلڪل بي دماغ سمجهندو آهي جو نه تماڪ ڏندن ۾ وجهان،
نه بيڙي پيئان، نه بنارسي پان کائوان ۽ نه وري ڪو
سگريٽ ڇڪيان ۽ نه وري ڪو ٻيو نشو فرمايان. هو
مونکي سڄو سڄ للسيداس ڪري سمجهندو آهي جو
سڄو وقت رامائڻ جو پاٺ ڪري دماغ کوکلو ڪندو
رهندو آهي!

سرڪاري ڪارخاني ۾ پير پائڻ سان آدمين جو ٽولو
مونکي وڪوڙي ويو. چي "تو للسيءَ کي ڪجهه کهٽ
پوڻ ٿيو آهي ڇا؟ هنجي نيڻن ۾ نير آهي .... دل لڳي
ٿهت رکي روئي رهي آهي ... اَڙي تو ڇا ڪيو؟ تون
خوني آهين ....... ڪداري ڪنيا کي هارٽ ..."
"هارٽ؟" منهنجي دل ٻڏي وئي ۽ مان لفٽ ڇڏي
ڇرٻين مان سهڪندي چڙهڻ لڳس. ڪمري ۾
گهڙندي ۽ ڦان ٿي ڪرسيءَ ۾ ٻاري لي ڪري پيس. منهنجي
دل چار ڏاڪڻيون چڙهڻ ڪري ڏاڍو زور سان ٺڪ ٺڪ
ڪري رهي هئي. هوڏانهن للسيءَ اُڳيان ڇوڪرين جو

ڪلارڪ آهيان پر تو جهڙي بي دماغ آفيسر جي چاپ
ڦيرائي سگهان ٿي."

"ان ڪري ته سپاٽا چوندا آهن ته سائين دفتر جوءِ مڙس نوڪري نه ڪن ته ڏاڍو سٺو. هيڏيءَ وڏي آئٽ پاڙ آفيس ۾ ڪيئن ٿوڪي ڳولهي لڌائين؟ خير شڪايت ڪهڙي آهي؟"

"وڃاري سڏڪا ڀري ڪجهه نه ڪجهه چئي رهي هئي، مان رڳو ٻرچالي رهي هئس. ٿون اسي ٻڌائي سگهندين ته ڪيس ڪهڙي شڪايت آهي؟"

"اها ته پاڻ عجيب ماجرا آهي. مونکي ڪهڙي خبر ته مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟ خون ڪندڙ به ٻهراڙ چوندو آهي ته هو بي قصور آهي. هتي بي قصور ڪ ڇوٽو آهي ته هن ڪنهنجو خون ڪيو آهي؟"

"سپاٽي سائين سٽيءَ سان پيڇانس ته مون وٽ زا زار روئڻ جو مطلب ڇا هوس؟"

اٽي ڏينهن آفيس ويندي سوچيندي رهيو هوس ته ڪهڙي لموني پڇا ڪندس. ڇا روز ڪري پڇانس ته هو شڪايت آفيسر پدران منهنجي گهرواريءَ وٽ ڇو ڪٽي وئي؟ وري ڀڙو ٿي سوچيم ته جرمن آفيسر متان گهرائي دب ڪئي! چڱو ٿيو جو گهر ۾ ٿي ڪن مهت تسي جرمن آفيسر سخت دب ڪئي، پنهنجا ٽماڪ سان پرل ڪارا ڏاند ڏيکاري چوندو آهي ته مان دل ۾ نه ڪرهان

از کي مون زنانو آواز سمجهي ٺڪرايو هو ؛ اهو
سوس ڪيو هوم ته هوءَ ڪماريءَ للسيءَ کي ڪوٺي
يو هو! ڳالهه اٿتري ته، وڏي واڻي جو هڪ شام
امتيءَ چيو، "اِها مٺي للسي ڪير ٿيندي آهي؟"
"اسٽينو آهي. ڪنواري آهي. سنو ڪم ڪندي
ي." مون شرامتيءَ کي سمجهائيندي چيو.
"ان ڪري تون پاڻ ونچاريءَ تي ظلم ڪري رهيو
ن." شرامتيءَ ٽوڪيندي چيو.
"ڇا مان ظالم ٿي سگهان ٿو؟" مون عجب وچان
و، "مان ته پاڻ مظلوم آهيان جو ناري جاتيءَ جا ظلم
ندو رهندو آهيان."
"للسي اُنهيءَ ڏينهن دفتر ۾ زار زار روئي رهي
ي........"
"ڇا چئين؟ مون کان رڙ نڪري وئي."
"للسي زار زار روئي ڪري تو خلاف شڪايت ڪري
ي هئي."
"سو به توکي؟" مون عجب وچان چيو، "ڪيس خبر
ي ته مونکي اها ڳالهه بلڪل پسند نه آهي ته تو وٽ
ڪو مون خلاف فرياد کڻي اچي."
"دفتر وارن کي خبر آهي ته تو خلاف شڪايت جو
ج مون وٽ ٿي آهي ؛ نه ڪنهن ٻئي آفيسر وٽ."
متيءَ پرون ٽاڻي چيو، "توڙي مان آفيس ۾ رواجي

ڪنوارين کان پاڻ کي دُور رکندو هو. پر ڪاري ڪنڌ
هيٺ ڪري هرڪو سندس نالو ڪنهن نه ڪنهن گوريءَ
ڳوليءَ سان جوڙي ڇڏيندو هو.

"سو منهنجي اڱڻ ۾ لاسي آئي آهي" مون سرڪاري
آرڊر کي عينڪ لاهي چڱيءَ طرح پڙهيو. جڏهن به ڏورو
شڪ پوندو آهي ته عينڪ لاهي پڙهندو آهيان. ڪماري
لاسي موڪل تي وئي هئي ۽ اُتان موٽڻ بعد منهنجيءَ
سيڪشن ۾ اسٽينو مقرر ڪئي وئي هئي. هونءَ تـ
رواجي طور مونکي ڏاڍا ماڻهو آکهه سان ڪوٺيندا هئا
اهي به مونکي "مسٽر لاسي" ڪري ڪوٺڻ لڳا. ڪي
ساڄي اکه پوني جڏهن به اسان ٻنهي کي گڏ ڪم ڪندا
ڏسندا هئا ته چوندا هئا "هاءِ لاسي" ٻئي منجهي پوندا
هئاسين ته ڪير ڪنهن کي ڪيڪاري رهيو آهي؟ مان
جونيئر آفيسر ۽ هوءَ اسٽينو. ٻنهي جا ساڳيا نالا! ماڻهو
ان جو اُلٽو فائدو وٺڻ لڳا. بس اسٽاپ تي ڪنهن ڪوٺيو
"لاسي، اڙي او لاسي!" مون سمجهيو ته پرسان اينل
ڪماريءَ کي ڪا ڪماري ڪوٺي رهي آهي. انکو
مون جواب ڏنو انکو هن نتيجو اهو نڪتو جو گهر ۾
ونڊومت پهچي وئي ته مان اسٽاپ تي هڪ ڪنواري
ڪنيا سان ڳالهه ٻولهه ۾ اهڙو ته مشغول هوس جو سڄي
سنيوءَ جو به آواز سڃاڻي نه سگهيو هوس ۽ سندس ڪيڪا
کي اڪرايو هوم! مان ڪيئن چئي چوان ته سندس مرداڻي

# تـلـسـي

**ليکڪ: آنند گولاڻي**

مائٽن منهنجو نالو تلسي آلائي ڪهڙي خيال کان
ڪيو هو! شايد اُميد هين تہ مشهور تلسي داس وانگر
ڪجهہ نہ ڪجهہ لکي پڙهي دنيا ۾ نالو ڪمائيندس. ڪين
ڪهڙي خبر تہ سندن ٻچڙي کي بہ درد دنيا ۾ ڪيترن
ڏکن جو مقابلو ڪرڻو پوندو؟ جيستائين دفتر ۾ اڪيلو
هوس تہ ٽوڪون هڻندا هئا. ڪي چوندا هئا تہ تلسي
ڪرمس وانگر ٻڌران تہ انگريزيءَ ۾ ڪورا ڪاغذ ڪارا
ڪري رهيو هوس. ڪي چوندا هئا تہ مان پنهنجي نالي
جيان نہ نباهي اهڙي تہ ودي هندي لکندو آهيان جو
تلسي سرڳ ۾ مونکي سراپ ڏيندو هوندو. (پيو وهارڪ
هنديءَ کي سرڪاري ٻولي طور ڪم آڻڻ ڪان پوءِ پاس
ٿيو هو) نيان چوڻ لڳا تہ تلسيءَ هنديءَ کي جياريو تہ
اُن ڪيس ماري رهيو آهيان. مطلب تہ وڏي ماڻهوءَ جو
نالو وڪائڻ بہ پاڻ سان پاپ کٽڻي آهي. جن جو نالو رام
هوندو تہ اُنهن کي چوندا آهن تہ هيءَ وري ڪهڙو لير
پوڙهندا؟ هڪ ڪرشن ڏاڍو سنجيدو هوندو هو. ڪورن

سزا ڏيڻي پوندي. گورمنٽ جو انصاف اهو آهي
جيڪڏهن اٿين آهي پوءِ ٻه ڪين سمجهان ته منهن
اَصيل ( جوابدار ) بي گناهه آهي! پس منهنجي وڪالت
جو اهو اُصول آهي جنهن جي پيروي اَڄ تائين ڪئي
آيو آهيان. اهو سبق مان پنهنجي وڏي سائيڪل ک
سکيو آهيان.

— جئه هند - جئه سنڌ —



# ٽوڪن جي ٽجوڙي

پريمڪا: ڇا تون زالن کان ڊڄندو آهين.

پريمي: نه، زالن جي گهرجن کان ڊڄندو آهيان.

.... .... ...

ماستر: ٻڌاءِ دنيش، امتحان ڇو ٿيندو آهي؟

دنيش: سائين جن سوالن جا جواب ماسترن کي
ايندا آهن اهي هو اسان کان پڇڻ لاءِ امتحان وٺندا آه

.... ... ....

ٻه مسافر جهاز ۾ مسافري ڪري رهيا هئا.

هڪ مسافر: (ٻڏي ڪري) جهاز ٻڏڻ تي آهي.

ٻيو مسافر: (ٻهران ڪري ٻڏي ته ٻڏڻ ڏيس. ان
اسان جو ڇا، نقصان سرڪار جو ٿيندو.

* سرگواسي پرمانند ڪيولعل ٻچاڻ

ـي ته منهنجي سائيڪل سندس سماچار جي هڪ رپورٽر
ـن هئي، نه چوري ڪرڻ جي خيال کان پر انهيءَ
ـڏي سان ته هو پريس ۾ ٽرس پهچي، ۽ جمهوريءَ جون
ـون جلد پهچائي. انهيءَ جو مطلب ته هڪ نردوش
ـص جي مٿان دوش جو ٽِڪو لڳي ويو. هميشه هميشه
ـت.

اُن سائيڪل جو ڇا ٿيو جا مون چوري ڪئي هئي؟
ـس پوري ٿيڻ کانپوءِ، اها سائيڪل سندس واسطي
ـي گهر ڇڏي آيس. چور جي مٿان ڪو دوش ٿي
ـته آهي.

اُن وقت منهنجي ملاڪڻ کي به خبر ڪانه هئي ته
ـي هوندي مان وڪيل بڻجندس. ڪيترا سال ٿيا آهن
ـڪالت ڪندي پر سائيڪل مون کان ڪڏهن به وسري
ـنهي. جڏهن به ڪو فوجداري ڪيس هلائيندو آهيان
ـن سائيڪل اچي منهنجي اکين اڳيان بيهندي آهي،
ـش ٽِڪو اچي اکين اڳيان بيهندو آهي. جڏهن ڪنهن
ـبدار کي ڇڏائيندو آهيان تڏهن اُتي آنند محسوس
ـندو آهيان جو ائين سمجهندو آهيان ته مون
ـوش ٽِڪي کي بچايو آهيان. مون کي ڪو اُڌيڪار
ـنهي ائين سمجهڻ جو، ته منهنجو اصل (جوابدار)
ـاري آهي. ٽِڪو بي-گناهه هو پر ڪورٽ هن کي

لڳاسون. "چور چور" جا واڪا به ڪياسون. روڊ وهندڙ هو. ماڻهن جي اچ وڃ چڱي هئي. پٺيءَ کي وڃي پڪڙيوسون. سائيڪل اسان سڃاتي. ان جو نمبر ۽ منهنجي سائيڪل جو نمبر ساڳيو هو. اسان پوليس ۾ فرياد ڏئي لکائي ڇڏيو هو. ماڻهن جي مدد سان پٺيءَ کي پوليس چانڙيءَ ڏي وٺي وياسون. پٺيءَ تي ڪيس هليو. پٺيءَ جو وڪيل مسٽر پوار هو. مسٽر پوار هاڻ بمبئيءَ ۾ وڪالت ڪندو آهي. جهُوڙ پيو ٿي ويو آهي.

ڪيس ۾ مون شاهدي ڏني ۽ ثابت ڪيم ته جا سائيڪل پٺيءَ هٿان مليل هئي سا منهنجي هئي. مسٽر پوار آڏي پڇا ڪندي اها ڳالهه ثابت ڪرڻ ٿي چاهي ته پٺيءَ واري سائيڪل منهنجي نه هئي ۽ مان سائيڪل سڃاڻڻ ۾ ڀل ڪري رهيو هوس. فاضل مئجسٽريٽ صاحب وچ ۾ چئي رهيو هو ته، "هيءُ شاگرد آهي. ڪوڙ ڪيئن ڳالهائيندو." پٺيءَ جو اهو به بچاءُ هو ته "مان سنسار سماچار" پريس ۾ ڪم ڪندو آهيان. هيءَ سائيڪل پريس جي ڪمپائونڊ ۾ پيئي هئي. سنسار سماچار جي سائيڪل سمجهي مان روٽي کائڻ لاءِ گهر وڃي رهيو هوس. مان بيڏوال آهيان. مون سائيڪل چوري ڪانه ڪئي آهي" فاضل مئجسٽريٽ جوابدار جي هڪ به نه ٻڌي ۽ هن کي ڇهن مهينن جي سزا ڏيئي ڇڏيائين. پوءِ مون کي خبر پيئي ته پٺيو بي گناهه هو. سچي ڳالهه اها

هئا. منهنجي سائيڪل عـرم ٻندا هئي. ليڪن منهنجي دوست هيري جون اکيون ڪنهن ٻي هنڌ هيون. اُن هنڌ هيون جتي ٻيون سائيڪليون پيئون هيون. هـن دري ۾ هڪم ارادي ۾ آواز ۾ چيو، "جڏهن اسان جي سائيڪل ٿيو ڪو ڪٽي ويو آهي تڏهن اسان کي ٻي جي سائيڪل ڪٽي ٿا هلون." الهي ۽ ڳالهه ٻڌڻ سان منهنجي ڏڙن ڏڪڻ لڳي. اندر ۾ چيم، "چوري ڪريون!"

اسان اُن ڏينهن سائيڪل چوري ڪئي. ٻي ڏينهن خبر پيئي ته جا سائيڪل اسان چوري ڪئي هئي سا ستو واسواڻي جي هئي جو بندر روڊ اڪسٽينشن تي رهندو هو. هو اسان سان گڏ ساڳئي ڪلاس ۾ پڙهندو هو. مان هن جي منهن سامهون ڪونه پيس. اهو ئي سبب آهي ته مٽان منهنجي منهن مان هلي نه ويئي ته مان چور آهيان. منهن، دل جي آرسي آهي.

پرنس روڊ جي هڪ دوڪان تي مون ۽ هيري ولئي ڪوڙا ڪاڌا. اوچتو منهنجي نظر وڃي هڪ سائيڪل تي پئي جنهن تي هڪ پير ڇڙهيو ويٺو هو ۽ لڪڙو لڪڙو سيتوِمل اسپتال طرف وڃي رهيو هو. سائيڪل تي نظر پوڻ تي مان ساوڌان ٿيس ۽ هيري کي چيم، "هيرا، هي ۽ منهنجي سائيڪل." هيري ٻه سائيڪل کي ڏٺو. هن چڙڪ ڀري چيو، "چمڙو، سچ تو چوان." اسان نه ڪئي هر نه ڪر، پيرن مان چمپل لاهي سائيڪل پٺيان

اُن زماني ۾ بيشرمي هوندي ڪانه هئي. صرف نه،
ڪري ڪلندا هئاسون.

واپس موٽي جيڪو موٽڪي ڏٺڪو مليو اُن جو ناڪ
اَثر مان اَڄ ڀي محسوس ٿو ڪريان. واپس اچي ڏسان
منهنجي سائيڪل گم هئي. منهنجون ٻه ٻه وٺيون ...
ٻه وٺيون. منهنجو سر چڪر کائڻ لڳو. منهنجو حال بيح
ٿي ويو. جنهن خوشيءَ سان موٽيو هوس تنهن خوش
مٿان گهاٽي ڇانيا ڇانئجي ويئي. من ۾ گهڙيءَ گهڙيءَ
سوال ٿي اُٿيو: "هاڻ ڇا ٿيندو؟" منهنجي اکين
آنسون پرجي آيا. منهنجي منهن جو پڙو ٽٻي لهي ويو.
موڪو ۽ ملول ٿي ويس. اهـا اسٽيٽي هڪ دوسـت ڏ
ورلي جنهن جـو نالو هـو هيرو لعلواڻي. اُنهي و
منهنجي ڪلهن تي هٿ رکي پڇائين، "ڪهڙي ماجـ
آهي؟" مون ڪيس پنهنجي غم جو ڪارڻ ٻڌايو. ٻـ
ٻڌي هو به گهبرائجي ويـو. هن کي خبر هئي ته منهن
سائيڪل سان ڪيترو نه پيار هو. سائيڪل کي بچائـ
لاءِ مان پنهنجي جان قربـان ڪرڻ وارو هوس. لعلواڻـ
چيو، "وڏي آفت اچـي مٿان ڪڙڪي آهـي. انه
مصيبت جو علاج ڪهڙو آهي؟" منهنجي دماغ ڪم
ڪونه ٿي ڪيو. مـان ٻالڪپڻ اکين سان اُن طرف نهار
رهيو هوس جنهن جاءِ تي سائيڪل رکي مٿي ويو هوس
اُها جـاءِ هاڻ خالي هئي. اُتي ڪارڪن وارا ڪڪ

هڻ جي روني ڪاڻڻ کان اڳ، سائيڪل کي ڪپڙي
صفا ڪندو هوس. جڏهن ڪو ڇنو نه لهندو هو
ڪرام لڳائي، مٿي مٿي، اهو ڇنو لاهيندو هوس.
ب نه منهنجو سائيڪل ۾ ساهه هوندو هو. سائيڪل
جي لاءِ اهم چيز هوندي هئي.

اسڪول ۾ مان اسڪائوٽ هوس. پيٽرول ليڊر به هئس.
ي جي حيثيت ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿيندڙ اسڪائوٽ جي ورلڊ
جمبوريءَ ۾ شامل ٿيس. رٿيل پروگرام موجب هڪ ڏينهن
، ڪرڻ لاءِ ملير ويٺو هو. ملير ڪراچيءَ کان اٽڪل
ڏينهن ميل پري هو. اتي رات رهڻي نه وڃڻو هو نه
ڏراهي ٿــ.. ان ڏينهن بس ۾ چڙهي ويٺو هو. بس
- جي - هاءِ اسڪول ٽان هلڻي هئي، سوال صبح
و اٽڪل ڇهين بجي اسي پهچڻ لاءِ گهران پنهنجي
يڪل هيٺ لاٿم. سائيڪل کي اين. جي. هاءِ اسڪول
ڪمپائونڊ ۾ رکي وڃڻ لاءِ زنجير سان ڪيم نه ٽالو نه
. سائيڪل تي چڙهي اين. جي. اسڪول تي پهتس.
اڳم تي تيار بيٺي هئي. جهٽ ۾ سائيڪل کي ٽالو
ي، ڏاڪڻ جي اوٽ ۾ حفاظت جي هنڌ تي رکي،
۾ چڙهي ملير ڏانهن روانو ٿيس. اتي ڇا ته موج
ي! ملير جي هڪ باغ ۾ ننڍو لڳاءُ هوندو هو جنهن ۾
ي وانگر ٽپا ڏيندا هئاسون. ٽپا ڏيندي ڪڏهن
ه چڙي پوندا هئا. شرم ڪونه ايندو هو ڇاڪاڻ تــه

مڪلاڻ روڊ تي هئي جو روڊ شهر کان اصل ٻاهر هوندو هو. ڪراچيءَ ۾ اسٽيشن تي ائين وڃبو هو جئن بمبئيءَ ۾ ائيرپورٽ لاءِ وڃبو آهي. خاص ڪري سنڌي. بمبئيءَ ۾ نه ريل ۾ چڙهڻو ٿي آهي، ڳالهه وٺي نه وٺي. بمبئيءَ ۾ اچڻ وڃڻ ۽ مسافري ڪرڻ جو سولو ۽ سستو وسيلو ۽ واحد آهي ريل.

ڪراچيءَ ۾ سائيڪل هئي ۽ جنهن کي سائيڪل هوندي هئي تنهن کي ڄڻ قارون جو خزانو هوندو هو. اهو قارون جو خزانو مون کي تڏهن مليو جو مان ڇهون درجو انگريزي پڙهندو هوس ماڊل هاءِ اسڪول ۾. اُن وقت اسڪول جو پرنسپال مسٽر ٽهلاڻي هوندو هو ۽ وائيس پرنسپال مسٽر چندرام اڏواڻي. ٽهلاڻيءَ کي گذاري گهڻا سال ٿيا آهن پر اڏواڻي صاحب جو ديهانت پوني شهر ۾ ويجهڙائيءَ ۾ ٿيو آهي. هو مهراڻ اسڪول ۾ نوڪري ڪندو هو.

مان پنهنجي ننڍي سائيڪل کي ڏاڍو پيار ڪندو هوس. اُن ۾ ائين سمجهو، ته منهنجا پران هوندا هئا. اُن سمي مان رتن تلاءَ جي گوالي لين ۾ رهندو هوس. هڪ مماڙي فليٽ تي هو جو ٻي ماڙ تي هو. فليٽ مان صبح جو ڪلهي تي کڻي سائيڪل هيٺ لاهيندو هوس ۽ اسڪول مان موٽي، اُنڪل ڏيڍي ٻي ڀيري سائيڪل ڪلهي تي کڻي فليٽ ۾ کڻي ايندو هوس.



# منهنجي رئلي سائيڪل

ليکڪ: چندولعل جئسنگهاڻي

جڏهن ڪراچي ڏٺي هوندي (ورهاڱي کان اڳ) تڏهن
کان ڪراچي وسرندي نه ٿي ڪانه. مان ڪراچي وساري
نه ٿو سگهان. سندر، شوڀيڪ ۽ سانت شهر. ڪراچيءَ ۾
رهون، ڪراچيءَ جي سمنڊ تي چڙهيل ڪونه هئون. ممبئيءَ
۾ نه رهون هروقت ممبئيءَ جي سمنڊ تي پهتون هئن.
ها دردشا مون کان سٺي ڪانه ويندي آهي. جيڪڏهن
مون کان ڪو پڇي ته، اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي ممبئيءَ
جي جا مونکي ناگوار لڳندي آهي ته مان جهٽ ۾ جواب
ڏيندس، "ممبئي جون لوڪل ٽرينون." انهن ريلن بجليءَ
کي بدنامو ڪري ڇڏيو آهي. چرچ گيٽ ۽ وي. ٽي. ب
ستان آهن جي جڻ انسان جا بـ نمط آهن. انهن هيٺن
ـي جڏهن ريلون ٽيون اچي بيهن تڏهن ممبئي جڻ
سوڙداس ٿي وڃي ٿي. شهر اندر اهين ريلون گهڙي اچن،
ها بيشرمي صرف ممبئيءَ شهر ۾ آهي.

ڪراچيءَ ۾ ائين ڪونه هو. ڪراچي شهر ۾ اسٽيشن

## طنزي ۽ مذاقي

# غزل

١- اگر عيد ٿي پٺي بدمعاش لاء ميخانن جو ڇا ٿيندو
نڌر ساقين جو ڇا ٿيندو ۽ پيمانن جو ڇا ٿيندو
٢- طبيبن مان مرضن کي اگر ٿيندي شفا حاصل
ته ويچارن طبيبن ۽ دواخانن جو ڇا ٿيندو
٣- گهٽين ٿي پوڄائن سان ترقي پيو ڪري ڀارت
اگر آباد ٿيا رڻ پٽ ته ديوانن جو ڇا ٿيندو
٤- بتين-بلبن ٿي ٻوڙي ڇڏي، جلي هو خاڪ ڪٿن ٿيند
جي شمعن جو زمانو ويو ته پروانن جو ڇا ٿيندو
٥- چون ٿا، ڪجهه ڪري نيڪيون فرشتو ٿيو پوي انسان
فرشتن سان ڀري دنيا ته شيطانن جو ڇا ٿيندو
٦- قدر گهٽجي وڃي ٿو اصلي شيء جو، نقلي شيء ڪار
جي، ائين "فيشن" پيو غالب، ته پستانن جو ڇا ٿيند
٧- جي هر نينگر بڻي "ليلي" ۽ هر ڇوڪر بڻيو "مجنون"
ته سچن عاشقن جي تاريخ افسانن جو ڇا ٿيندو
٨- ڪري ٿوري عبادت ۽ رکي روزا ٻه ٽي "نرمل"
اسان ڀارا جي جنت ويا ته مولانن ڇا ٿيندو

* واسديو "نرمل"

مان ريسٽورينٽ ۾ چانهه پي رهيو هوس. اوچتو هوءَ
ٻهون واري ڪرسيءَ اچي ويهي رهي. ۽ ڪافيءَ جو
ڊر ڏنائين. اُن جي هٿن ۾ "رات جي راڻي" جا گل
ا. ڪافي پيئندي هوءَ مون ڏانهن ٽڪ ٽڪ نهارڻ لڳي.
"هوءَ مون ڏانهن گهور ڪري ڇو ٿي نهاري؟" مان
ن ۾ سوچڻ لڳس.
هوءَ اڪثر ساڳئي ريسٽورينٽ ۾ ڪافي پيئڻ ايندي
ٿي. ڪافيءَ سان شايد پراڻو لڳاءُ هوس.
"هوءَ ڪافي پيئندي آهي يا ڪجهه سوچيندي آهي؟"
ن هڪ ڏينهن پنهنجي دوست کان پڇيو.
"سوچڻ - ماڊرن زندگيءَ جو فيشن آهي. ۽ راڻي اُن
ن ممڪن نه آهي" منهنجي دوست وراڻيو.
"مگر توکي ڪا خبر آهي ته هوءَ ڇا ٿي سوچي؟"
"ڇا ٿي سوچي؟"
"هوءَ سوچي ٿي ته منهنجو راڄا ڪير ٿيندو؟"
شايد اهي اکر راڻيءَ ٻڌي ورتا. ڇو ته اُن ڏينهن کان
ءَ راڻي اُن ريسٽورينٽ ۾ ڪڏهن ڏسڻ ۾ نه آئي.
بس! اُن ڏينهن کان وٺـــي راڻيءَ کـي هڪ سپني
ليان ڏسندو پئي رهيو آهيان. هوءَ ستين آسمان جـــي
رون هئي. جيڪا منهنجي جيون مٿان ڇانيل هــئـــي.
وءَ ساوڻ جـــو معصوم گيت هئي. جنهنجا سر ۽ شبد
نهنجي جيون کي منتر مگڌ ڪندا هئا. هوءَ اکين کـان
وجهل آهي. مگر منهنجي دل ۽ آتما جي قريب آهي. ★

ڇا اُهو مان ئي هوس جو ”راڻيءَ“ جو روپ ڌاري
ٻار سان ڳالهائي رهيو هوس. مَن جون هزارين ورليون
آهن. مَن جا هزارين روپ آهن. مَن جا هزارين دڳ آهن.
اِن ڪري ئي مَن چنچل آهي.

راڻي، منهنجي چنچل مَن جي صرف هڪ ورلي هئي.
ورلي مٺيا هئي. مگر راڻي مٺيا نه هئي. اُنجي سونهن
۽ جواني مٺيا ۽ ناسونت هئي مگر اُنجي آتما ۽ سنڪلپ
ناسونت نه هئي. راڻي ڪهڙي روپ ۾ منهنجي اوڏو
هئي؟ مون وٽ هزارين سوال هئا راڻيءَ جي باري ۾
مگر مون وٽ ڪو به جواب نه هو. شايد اِهو ئي ڪارڻ
هو جو ڪنڊالا ۾ مان وڌيڪ وقت رهي نه سگهيس ۽ شا
جو ئي مان ٻمبئيءَ موٽي آيس.

( ٢ )

زندگي هڪ ڪهاڻي آهي. اُن ڪهاڻيءَ ۾ اَنيڪ
ڪنڊ - اُپڪنڊ - چاڙهائون ۽ سپنا آهن، زندگيءَ جو اَنت
ڪهڙو آهي؟ اهو ڪو ئي نه ٿو ڄاڻي.

راڻي، منهنجي زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جو ننڍي
ننڍو سپنو آهي مگر اُهو دلڪش ۽ ٻهترين سپنو آهي
ڇا مون کي اِهو انڪار آهي ته راڻيءَ کي مان پنهنجي
زندگيءَ جي فتوحات ٻڌائي سگهان؟

شايد اُهو اَنڪار مون کي ڪونهي. مگر سڀني ڏس
جو مون کي پورو اَنڪار آهي. مگر اِهو سپنو ڪنهن
شروع ٿيو؟

همٿ هاري هڪ معمولي ڪلارڪ بڻجي ويٺو هئين. مون توکي جاڳايو. مون توکي مرد بڻايو. وڏي همٿ ڏني. مون ئي توکي چيو ته مون کي پنهنجو جيون جو مقصد ۽ آدرش بڻائي وٺي پئو. مان تنهنجي ڪاميابي بڻجنديس. مون کان سواءِ تون اڌورو آهين. مون کان سواءِ تون ڪجهه به نه ٿو ڪري سگهين."

"اهو سچ آهي راڻي! مون جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو آهي. اهو تنهنجي ڪلپنا ۽ آدرش مونجهان پراپت ڪيو آهي. مگر ڇا ناريءَ جو موه مون کي ختم نه ڪري ڇڏيندو؟"

"اهو تنهنجو وهم آهي. توکي ياد آهي ته تو مون کي "پلي" ڪري ڪوٺيو هو؟ مان اڄ به "تنهنجي پلي" آهيان. اهو موه ڪونهي. مگر زندگيءَ جي ڌارا آهي. جنهن کي نه تون ختم ڪري سگهين ٿو. نه وري تون پري وڃي سگهين ٿو."

"راڻي! مون کي تو لاءِ وڏي عزت آهي. تون اُن معصوم گل جيان آهين جنهن جي آنچل ۾ پوشيده جيون زندگيون لڪل آهن."

اهي اکر ٻڌي راڻي شرمائجي آبشار ۾ گم ٿي وئي.

منهنجي سامهون ڪنڊالا جو نرجهر آبشار هو. ڀلا اهو راڻيءَ جو روپ ڌاري ڪيئن ڳالهائي ٿي سگهيو؟ آبشار کي نه ڪا ٻولي نه ابدي آهي.

ڪٿهن ڪوني ۾ جاڳندو هو، خبر نه آهي. اها ڪي
آهي؟ مگر جڏهن اوائلي اُن کي ڏٺو هوم ڏهن ان جي
هٿن ۾ "رات جي راڻي" جا گل هئا. اُن ڪري مون
اُنجو نالو رکيو "رات جي راڻي" مگر بعد ۾ مون
محسوس ڪيو ته هوءَ به اُنت سونهن جي مالڪڻ آهي
اُن ڪري نه صرف رات جي مگر ڏينهن جي به هو
"راڻيءَ" جيان پاسڻ ۾ اچي ٿي. اُن ڪري اُنجو نالو
ڦيرائي رکيم "راڻي".

راڻيءَ جي چهري ۾ چنڊ جي چانڊوڪي ٻرال هئي
ڇا چانڊوڪيءَ ۾ ڪوئي داغ آهي؟ هوءَ گل جيان
معصوم هئي- چنڊ جيان سهڻي هئي. هوءَ گويا ستين
آسمان جي سونهن هئي!

"راڻيءَ ۾ سڀ ڪجهه آهي. پوءِ به مان اُن کي
وسارڻ چاهيان ٿو. زندگيءَ جو آبشار اڳتي وهڻ کپي
مون پنهنجي من کي گويا ڏورانداڙيو.

آبشار اڳيان به ساڳي رفتار سان وهي رهيو هو. مگ
مون کي لڳو ته آبشار جو آواز ۽ رفتار وڌي وئي آهي
۽ اوچتو ئي اوچتو مون آبشار راڻيءَ جي آڪار ۾
بدلجي ويو. اهو ڏسي مان ڀڄڻ لڳي ويس.

"تون مون کي وساري نه ٿو سگهين ڇو ته مون ئي
توکي اڳتي وڌڻ جي پورهيا ڏني. مون ئي توکي الجهيئ
بچايو. مون ئي توکي ٻيهر لکڻ جي شڪتي ڏني. تون

"اِئين ٿيندو آهي. ڇو ته سچو پيار هميشه خاموش
ي هوندو آهي. تون مون کي ٻڌي نه ٿو سگهين ڇو ته
ان تنهنجو ٻاجهارو آهيان."

اِهو ٻڌي چلائي اٿيس. "مان ڪنهن کي به پيار
نه ٿو ڪريان!... تون ٽري وڃ! منهنجي اکين اڳيان...!!"

"مگر تنهنجي هردا ۾ راڻيءَ واسطي بيحد پيار آهي.
ن جي پيار جي جوت ڪڏهن به وسامي نه ٿي سگهي"
اِئين چئي ٻاجهارو ٽهڪ ڏيندو آبشار ۾ گم ٿي ويو. هاڻي
منهنجي سامهون ڪنهن الا جو نر جهڙو آبشار هو. اهو مون سان
ڪٿي ڳالهائي سگهندو ٿـي؟ جنهن ڏي ڪابه ٻولي نـه
ٿيندي آهي. اهو "مان" ئي هوس جـو آبشار منجهان
ڳالهائي رهيو هوس.

"ڇا اِهو سچ آهي تـه مان راڻيءَ کي پيار نـو
ڪريان؟" مون پنهنجو پاڻ کان پڇيو پيار ڇـا آهي؟
ن جي وياکيا ڪرڻ مـون لاءِ بيحد ڏکي آهي. شايـد
ناممڪن آهي. مگر جڏهن کان رٺي مان ٿيسز لکڻ ڪنهن الا
آيو هوس. تڏهن کان وٺي راڻيءَ کي هڪ ڀيرو سپني
جيان ڏسندو هوس. اِئين الائجي ڇو؟ مون راڻيءَ کي
پيار ڪرڻ چاهيو. مگر خبر نه آهي ڇو مان اُن کي وساري
نه سگهيس. شايد اهو چنچل - سياڻ جو ڳڻ هو.

"آخر اها راڻي ڪير آهي؟" اهو سوال منهنجي

# راڻــي

ليکڪ: شنڪر "وشو پارٿي"

ساوڻ جو پرڀاتو گيت، برسات برسڻ جي روپ ۾
من لي پئي ورسيو. وشو جي جيون اڱڻ جهل تارا جيان
ساوڻ جي سواگت ۾ ڳجهارتي انحد شبد پئي گڻگڻايا.
انهن پئي لکو گويا قدرت ننڍين دلهن جيان ساوڻ سان
اڻون پئي لڏيون.

ماڻ وهندڙ آبشار ڏانهن نهاري رهيو هوس. ڇا آهو
وشو- جيون جو آبشار هو؟

وشو- جيون کي ڪرڻي ختم نــه ٿو ڪري سگهي
ڦوٽ جــي هزارين پهاڪ سپنن مجهان گذرندي بــه
وشو- جيون جي تارا آيان وهي پئي؟ وهندي رهندي.
"تون فلاسافر آهين"؟ آبشار ۾ ڦهليل ڀاڇولي چيو.
"نه، مــان فلاسافر ڪوله آهيان. مــان هڪ انجنير
آهيان" مون وراڻيو.

"مون کي هزارين اکيون آهن. تون انجنيئر ٿالي ماڻو
جو آهين. حقيقت ۾ تون فلاسافر آهين. مون کــي خبر

۾ جڻ ته شرم ٿيو اچي- اهڙي قدر جو سنڌي ٻول
ڳالهائڻ ۾ به ننڍين زمانا جا سنڌي آر ٿا ڪن ۽ ٻارن س
به هنديءَ ۾ ڳالهائڻ جي عادت وجهي ڪين سنڌي ٻڌ
کان محروم ٿا ڪن- عجيب آهي مورتي! شال سائ
سڌريل زماني جي سنڌين کي سمت ڏيئي!!



## ”امرت وچن“

پيار اڄ دنيا ۾ درلڀ ٿيندو ويو آهي. گهر ۾ پي
ڪونهي، پيءُ پٽ وچ ۾، پتي پتنيءَ وچ ۾، ڀاءُ ڀاءُ وچ
پيار ڪونه رهيو آهي. استاد شاگرد، پاڙيسري پاڙيسري
وڏي نٿي، مالڪ ملازم وچ ۾ پيار ڪونهي. زندگي
هٿرادو ٿيندي وڃي آهي. توهانجو فرض آهي ته وڃايل
واڻي ۽ ڪرم سان اهو پيار ٿاپت ڪريو، ڀيد ۽ نفرت
مان جيڪي مسئلا پيدا ٿيا آهن سي تڏهن دور ٿيند
جڏهن ايشور جو سرو روپ سڃاڻندو. پيار جا ديپ ٻڻجو
پرم سروپ ٻڻجو، آتمڪ ساڌنا جي سفلتا اها آهي.

”سنت سائين

ـي جهڙن ۽ ڏوٿاڻي ڇوڪري يعني ڏوٿ جي ڇوڪري.
ـاڻو سياڻ معني ٻار جو ٻا ٻار وارو سياڻ. ٽڙن آکهه لاءِ
ـشاراماڻي معني منشارام جـــي آکهه وارو ۽ ورلياڻي
ـعني ورياملداس جي آکهه وارو وغيره.

انگريزن جي وقت ۾ نوڪرين ۾ ڀرتي ڪرڻ وقت ۽
ـکهه پڇندا هئا - سرنيم (Surname) لکائيندا هئا جنهن
ـتي معني آهي آکهه ۽ نه ذات - جنهن لاءِ سنڌي نـه
ـولائيءَ سان آکهه لکائي سگهندا آهن پر ٻيا لوڪل هندو
ـکهه بدران ذات لکائيندا آهن. اهـــا اسان سنڌين لاءِ
ـخر جي ڳالهه آهي جو انگريزن جي يا هن وقت جي ۽
(Surname) جي (آکهه جي) تقاضا پوري ڪري ٿـــا
ـگهون - تنهن سواءِ رشتي ناتي يعني مٽي مائٽي ڪرڻ
ـوقت ۽ آکهه جي سڃاڻپ جي ضرورت پوي ٿي تــه
ـلاڻو ڪ فلاڻو ڪهڙي آکهه گهر جو آهي - گهڻن ماڻهن
ـا ساڳيا نالا هجڻ سبب ۽ سڃاڻپ لاءِ آکهه جـي نالي
ـي ضرورت ٿئي ٿي.

قدرت جو چڪر ڦري رهيو آهي. اسين سنڌي عقل ۽
ـدولت ۾ اڳرا هوندي ۽ وڏن واري پرمپرا ۾ ۽ سنڌيت
ـجو شان قائم رکڻ ۾ پٺتي پئجي رهيا آهيون - اسان جي
آکهه جو شان، سنڌيت جـــي سڃاڻپ جو نشان ”ڻي“
ـاکر هٽائي سپاهيملاڻيءَ بدران فقط سپاهي ۽ جوهرملاڻيءَ
ـبدران جوهر وغيره سڏائون ٿـا - پاڻ کي سنڌي جاڻائڻ

پٿيان چٽو ٿو لڳائڻو پئي ان جي ڄاڻ شايد ٿي ڪن کي
هجي- ان جو ٻــ هڪ ٿورو سنو اِتهاس آهي. اڳين
زماني ۾ جڏهين ننڍي وڏي ڌنڌي ۾ ٻـا ڳوٺن ۾ سنڌي
ٻوليءَ لاءِ هٽائـي لپي، جنهن کي هٽ واڻڪا اکر ٻـ
چوندا آهن، مروج هئي لنڊهين هٽائي لپي. سهڪارڻ وقت
چٺي (خط) لکڻ ۾ سهڪاريندا هئا- ان چٺيءَ جـي
شروعات هن ريت هوندي هئي - ”جي اُپرنت ڀائي
ٽلومل ڀائي پرسومل ڀائي ٽهرومل ٽيءَ جوڳ. ڀاسالم لکتو
ٻويندت پور مان راست نچڻ بوجه ڪڍڻمل ڀائي ڪنڌملاٽيءَ
جي واچڻي- اپرنت احوال هن ريت آهي ته ..........“
مٿي جنهن ڏانهن خط لکجي ٿـو ته ان ۾ نيون نمبر نال
ٽهوملاٽي ۽ جيڪو خط جـو لکندڙ ان ۾ نيون نمبر نال
ڪنڌملاٽي اهي آکهه جا نـالا آهن- اهي خاص آکه
ڏيڪارڻ جي خيال کان لکيا آهن- ٽلبومل ڪهڙو؟ جواب
ٽهرومل جي آکهه وارو- نچڻمل ڪهڙو؟ جواب ڪنڌمل
جي آکهه جو- ٽلبو ۽ نچڻ وغيره نـالا عام طور هجڻ
ڪري آکهه ڄاڻائڻ ضروري هوندي هئي ۽ آهي.
”ٽي“ اکر جي معنيٰ آهي ”جو“ يا ”جي“ ڇو ته ”ٽي“
اکر ”ني“ جـو اپڀرنش آهي- ”ني“ اکر جـي معنيٰ
”جي“ يا جو“- مثال جپانـي ڪهڙو معنيٰ جپان جـ
ڪهڙو ۽ ايراني ماڻهو معنيٰ ايـران جا ماڻهو وغيره. ا
”ني“ اکر کي سنڌيءَ ۾ ”ٽـي“ اکر ڪري ڪم آڻ

# "ٽي" جي پرمپرا

ليکڪ: ماڌوداس ايڇ. هنس

آفيسن ۾ يا ڪٿي بہ اسان سنڌي ٻار کي آکھ جي نالي سان چوائيندا آهيون ۽ ان آکھ جي نالي پٺيان "ٽي" اکر ضرور هوندو آهي جئن تہ ڪشناڻي، لالواڻي وغيره يعني ڪشنارام جي آکھ جو يا لالچند جي آکھ جو ماڻهو. هر پرانت جا لوڪل ماڻهو بہ سنڌين کي "ٽي" اکر سڀ سڃاڻي ويندا آهن جڏهن بہ نالي پٺيان "ٽي" اکر هوندو تہ هڪدم سمجهي ويندا تہ ڪو سنڌي هوندو. ساڳي وقت لوڪل ماڻهو عجب بہ کائيندا آهن تہ سنڌي "ٽي" ڇو ٽيندا آهن. ڏٺو وڃي تہ اسان سنڌين کان سواءِ ٻيا هندو گهڻي قدر آکھ سان نہ سڏائيندا آهن پر ذات يا ون واري ڌنڌي يا رهندڙ ڳوٺ جي نالي پٺيان "ڪر" اکر ڳنڍي سڏائيندا آهن جئن تہ جوشي، ساميت (ذات) ڪلڪرڻي، ٽلاڪي (ون وارو پيداواريءَ جو ڪم) يا ڊالبورڪر (ڊالبوريءَ جو رهندڙ) ڀوساولڪر (ڀوساول جو رهندڙ) وغيره. اهو "ٽي" اکر آکھ جي

اَنيل سٺن سالن جو ٿي ويو آهي. مگر هن اَڄ تائين ڪڏهن به تلاءُ تي وڃڻ جو ٻيڙو نه ٻڌو آهي!

هڪ دفعي: اَنيل رات جي وقت هميشه جيان تلاءُ تي آيو. چوطرف سناٽو ڇانيل هو. ڪملا جي نهايت ترقمندڙ دلسوز صدا آئي: "اَنيل، اَڄ پنجاهه سال گذري چڪا آهن. توکان وڇڙي! هاڻي تو بنان رهي نه ٿي سگهان هلهو آءٌ هن تلاءَ ۾. هتي محل آهي- باغ آهن- گل ڦول آهن- جواهرات آهي. سڀڪجهه آهي مگر تو بنان اَڌورو آهي. ٻار به نه ڪوئي واپس ڏنا اٿم نه! مان بلڪل اَڪيلي آهيان. هلهو آءٌ- اَنيل- هلهو آءٌ نه ته مان ترقمندي رهندس جنم جنم تائين!!

اَنيل رڙ ڪئي، "ڪملا- مان اچي رهيو آهيان توٽ اِئين چئي، هو اُن پراڻي لاوارث ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو ۽ وچ سير ڏانهن هاڪارڻ لڳو- بلڪل وچ سير ۾، جتي اَڳم ٻيڙي ٻڏي هئي، اُتي ئي هيءَ ٻيڙيءَ به غرق ٿي وئي!!

اَنيل ۽ ڪملا جون آتمائون ملي هڪ ٿي ويون هميشه هميشه لاءِ!!

۽...... اُن کان پوءِ اَنيل کي ڪنهن به نه ڏٺو، ڪنهن به نه ڏٺو.



پيار ۽ خوشيءَ سان ڪيل صدا ٻـڌڻ ۾ آئي- ”اَنيل تو واعدو نڀاهيو - مـان خوش ٿيس- هاڻي تون ڪلڪتي وڃي ڪاروبار سنڀال- پر واعدو ڪر تـه مون وٽ اَچڻ جو ٻيهر نـه پڇندين. مـان هاڻي غيب لوڪ جي انسان آهيان- مان تو وٽ نـه هوندس - پر آستان هيءُ تلاءُ آئم - جڏهن ٻـه هيڏانهن اَچين تـه هن تلاءَ لي ضرور اَچجانءِ - روح رهاڻ ڪنداسين- تنهنجو درشن ڪري مان جدائيءَ جو اَحساس ڀلائي ڇڏيندس.

هن ڳوٺ جي ڪايا پلٽجندي ٿي وئي. اَنيل جي اٿـاهه ڌن سان هتي ڪارخانا ٺهندا ويـا - اسڪول ۽ اسپتال کلي وئي - اَنـڌن جو اسڪول به کليو- جهوپـڙا پڪن مڪانن ۾ بدلجڻ لڳا - اَنيل جڏهن به هن ڳوٺ ۾ ايندو هو تـه ڳوٺ جي ماڻهن سان ملي هنن جـا مسئلا حل ڪندو هو - ۽ رات جو ...... تلاءَ جي ڪناري تي ويهي، ڪملا سان روح رهـاڻ ڪندو هو! ڪوبه سمجهي نه سگهيو تـه اَنيل رات جو تلاءَ جي سنسان ڪناري تي ويهي ڇا ٿو ڪري.

سال گذرندا ويا.

اَنيل اَڄ ٻن پٽن ۽ هڪ ڌيءَ جو پيءُ آهي. جـڻ قدرت کيس سڀ اولاد واپس ڪري ڇڏيو آهي. مالتيءَ- سندس ٻـي زال، ڪڏهن جو وڃي پرماتما جي چرڻـن ۾ نواس ڪيو آهي. ٻار هوشيار آهن. ڪارخانا سنڀالين ٿا.

هڪ رات: ڪملا جي صدا ٻڌي هن ننڊ ۾ گهڙڻ
لاءِ پير مس وڌو ته، هڪ بيحد دردناڪ دانهن
ٻڌائين: "انيل هيڏانهن نه اچ. انيل - هتي پاڻي تمام
وڏو آهي. اها صدا جڻ ڪملا جي دل چيري نڪتي
هئي، انيل منجهي پيو رهيو ۽ وائڙو ٿي اوڏانهن
نهاريندو رهيو.

"انيل، تون دکي آهين - منهنجي وڇوڙي ۾ - ٻارن
جي وڇوڙي ۾، ڄاڻان ٿي. منهنجي خوشيءَ خاطر هڪ
عرض مڃيندين؟"

انيل رڙ ڪري چيو: "ڪملا، تنهنجي لاءِ مان ڪجهه
به ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

ڪملا جي صدا آئي: "ته انيل - هن ڳوٺ جي
سورداس جي ڌيءَ سان شادي ڪر ۽ جيئن سگهي ڪر
تنهن دنيا وساءِ." تنهنجي خوشي منهنجي دکي آتما لاءِ
مرهم جو ڪم ڏيندي. ڪندين نه شادي؟ منهنجي صدقي
واعدو ڪر، انيل" انيل واعدو ڪيو. هو موٽي گهر
آيو - پڇا ڪندو غريب سورداس جي گهر پهتو ۽ هن کان
سندس ڌيءَ مالتيءَ جي ٻانهن گهريائين. سورداس جي
انڌين اکين ۾ ڄڻ روشني واپس موٽي آئي. هن نهايت
خوش ٿي شڪرانا مڃيندي آڇ قبول ڪئي. شادي سک
سان ٿي گذري.

ٻئي ڏينهن - رات جو انيل ننڊ لاءِ ليٽيو. ڪملا جي

هن جو سڀ ڪجهه لٽجي چڪو هو! ڪلڪتي ۾ هن جو من جڻ ملول ٿي ويو هو. هڪ عجيب اميد لئي هو موٽي ٻرهم نگر آيو. هاڻي هو سڄو ڏينهن اُن تلاءَ تـــي گذاري ڇڏيندو هو. جڻ ان تلاءَ مان ڪجهه واپس ملڻ جي آشا ٻڌي هئي!

هڪ رات: تلاءَ جي سناٽي ۾ هڪ آواز جڻ هوا جي لهرن تي ترندو آيو:- "انيل" بلڪل اِئين، جڻ اهو آواز صرف انيل کي ٻڌڻ ۾ آيو، پر ڪٿي به ڪجهه نظر نه آيس. واريءَ تي ليٽي هو سوچڻ لڳو: هيءَ نه منهنجي پتنيءَ جو آواز هو! مٺو دردبلو پيار ڀريو آواز!! هو اُٿي کڙو ٿيو. هن جي نيڻن ۾ نير ڀرجي آيو. اُن جون صورتون هن جي لڙڪن ۾ چمڪڻ لڳيون. "ڇـــا، منهنجي پتني جياسه آهي؟! ڇا - منهنجي پتني جياسه آهي؟؟!! هن تلاءَ ۾ ٿي ڪنهن زيـــر آب محل ۾ سندس واس آهي؟ نه - نه. ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ وري اها صدا نهايت هلڪي ٿي سر ۾ ٻڌڻ ۾ آئي، "انيل - انيل - مان هتي آهيان."

انيل پاڳلن جيان پڪارڻ لڳو. "ڪملا - ڪملا، تون ڪٿي آهين؟" سندس چيخ و پڪار پڙاڏو ٿــي، جهنگل ۾ گونجڻ لڳي. هو هر روز - هتي - هن تلاءَ جي ڪناري تـــي ويهندو هـــو. سندس پتنيءَ ڪملا جي صدا ڪيس سڏيندي هئي.

چڙهي پيو- ٻيڙيءَ جو مالڪ سال ٿيا، جو گذاري ويو
هو ان ڪري ان جو ڪوبه مالڪ ڪونه هو- ٻيڙي جڏهن
هن شاهي ٿلهه جي وچ ۾ پهتي ته ٻڏڻ لڳي- ڪولاهل
مچي ويو- پر ڪنارو سچو هو- انيل ٻيڙيءَ ڪناري
ڏانهن وڌي هلڻ لاءِ زبردست جاکوڙ ڪئي. پر نصيب ۾
ڪجھ ٻيو ئي لکيل هو!

ٻيڙي ان گهڙي مانجهي ٿلهه ۾ غرق ٿي وئي!!

انيل بيوس هو- هو ڪنهن کي بچائي نه سگهيو. آخر
گهڙيءَ هڪ ٻچاءُ بعد هو ڪناري جي ويجهو پهتو پر
بيهوش ٿي ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو سوين ڳوٺ جا ماڻهو ٿلهه تي
آيا ته. انيل کي ڪناري تي پيل ڏٺائون. هڪ ٽوون
ڏينهن جي اندر هو ڳوٺ جي ماڻهن جو نور نظر ٿي پيو
هو. پنهنجي ڪشاديءَ دل سان ڳوٺ جي ڪيترن غريب
انسانن جي هن ڪافي مدد ڪئي. ڪيترن کي هن
پنهنجي ڪلڪتي وارن ڪارخانن ۾ نوڪريءَ تي چاڙهڻ
جا خط لکي ڏنا هئا. ڳوٺ جا ماڻهو انيل کي کڻي گهر
آيا. ڊاڪٽر جي علاج بعد انيل نوبنو ٿي ويو- مگر ڪنهن
کان وڇوڙي جو زخم ڀرجي نه سگهيو- پنجويهن سالن جي
هن نوجوان جي دل اداس ٿي وئي!

هو ٽٽل دل سان ڪلڪتي موٽي آيو.

هڪ سال بعد- هو ٻيهر نگر موٽي آيو- ٻيهر نگر- جتي

# ميلاپ

ليکڪا: شريمتي لڇمي چيتاننڊ "شمع"

دادر بمبئي - ٢٨.

انيل ڏنوان هيٺ سان ڳڏ سير سفر جو نهايت شوقين آهي- ڪلڪتي ۾ ڌنڌا اٿس- سهڻو، چست پشت جوان آهي- سڀاءَ جو هردلعزيز ۽ رلڻو ملڻو- جهٽ پٽ موهيو وجهي.

انيل سير ڪندي اچي برما نگر ۾ پهتو- هتان جي قدرتي نظارن هن کي موهي وڌو ۽ هو هتي ئي ترسي پيو ۽ ان راجڪمارن، هڪ راجڪماريءَ ۽ پياريءَ پنديءَ سان ڳڏ رهي پيو- ڪلڪتي شهر جو هي انسان هتي جي قدرتي نظارن ۾ کوهجي ويو- سڀ صبح جو سوير نڪرندا هئا. ڪار سارو ڏينهن هيڏانهن هوڏانهن جا چڪر ڪاٽي اچي هڪ ڍنڍ وٽ بيهندي هئي. جتي نظارو نهايت دلڪش ۽ رمڻيڪ هو. ان شاهي ڍنڍ جي ڪناري تي بنگلون بلڪل ڏسي انيل کـان رهيو نه ٿيو. هـو ڪٽنب سميت ٻيڙيءَ ۾ ڍنڍ جـو سير ڪرڻ لاءِ

# قطعات

١- ظلم، تنهنجو نه، ڪيو ٿا، زمانا! هردم،
تنهنجي آڏو نه، همت جي اجازت ناهي،
پل ۾ ڪو وحشي هجي، تا ڪو پرچاري ڪنهن جو،
تو اڳيان، ڪوئي ڪري جي نه، شناخت ناهي.

٢- جي ملائين نه، ٿو وڇڙائين نه، ٿانڪ نه، ملاءِ،
پل نه، ٿي ٿهڪ زمانا، دلين ڏار ڪري،
پر سڄڻن جو اهڙو هو، اهو آئت هو،
سر نه، تو پند ڪيو، منهنجي لاءِ آزار ڪري.

٣- مان ته راضي ٿي رهيس، تنهنجيءَ رضا تي هردم،
تنهنجي ڪنهن وقت زمانا، مون شڪايت نه ڪئي،
ڪنهن جي چهري کي ڏسي جڳ تي ملاقات ڪيم،
مست ٿي تو نه، اها هاءِ! عنايت نه ڪئي.

* ٽيڪچند مست

گهر جا سڀ ٻالي ٻهڙي ٻهڙي آتما کي شڪ ڪري
لاءِ هليا ويندا آهن اُتهن مـان ٽي. وي.ءَ جـي آڳيان
اَکيون ٻوٽيون ۽ واس ڌوپ ٻـاري ٽي. وي.ءَ لاءِ گل چاڙهي
هو آرلوار اي گهر جا در دروازا بند ڪري ڪجل نسي
لٽل مـن کي ٻـئو ڪندو آهيان. چونـدو آهيان ،
”ٽي. وي. ديوي لـون منهنجا سڀ ڏک دور ڪجان.“

اڄان نه سانڍڻ سوم وس جي شرط نه ورتي اُتر جڏهن
ان جي شرط ورتو ٿڌهن لــ سانين سي ڪجهه وسري
ويندم اڳو گهرواري مون اڄي در کڙڪائيندي لــ مان
پڇندس ”ڪير آهين؟“ هوءَ چوندي لــ ”ٻراڻ نـاٿ،
توهان جي پتني“ مان ٿڪي ۾ چوندس ”ڇا جي پتني؟
مان اڃان ڪنوارو آهيان. مايا جي موهه ۾ سنسار جي
ٻنڌن ۾ مـان اڃا ڦاٿو ڪي نـه آهيان ، تون ڪنهن ٻئي
گورکناٿ يا مڇندرناٿ جي پتني هوندين. مان سنسار جي
ٻنڌن کان مڪت ٿيل ٻراڻي آهيان مهرباني ڪري اُون
هتان هلي وڃ. تون وڃي گرن جي شرط ۾ گذار. مون کي
گهر جي سيڙي ٻالين کان مڪت ٿيل واڻو معتبل ۾ رهڻ
ڏي. بس مـان گهر جـا سڀ در دروازا بند ڪري هو
آرلوار ٽي نت نيم سان ٽي. وي. ديــويءَ جي پوڄا ۾
لڳو رهندس.“



ور چڙهي آهي. هر آرتوار تي ڪٿا ۾ ويندي آهي
چوانس، پڻ مون کي منهنجي مڱڻي پرڻي جو ڏاڍو
اونو آهي ته چوندي، "دادا، مان ڳرن جي شرط ورتي
آهي. مان شادي ڪري پاڻ کي سنسار ۾ ڦاسائڻ نه ٿي
چاهيان."

سائين منهنجي ٻي ڌيءُ وري وڃي ٽن ٽرنڪارن ج
پلو پڪڙيا آهن. چوانس ڌيءُ لوهان کي آتما جي اڃ
چنتا لڳي آهي هتي گهر جو اونو ڪنهن کي ڪونهي
پر چپن تي چپ لڳائي ويٺي پڙندي آهي.

سائين اهو حال ڏسي منهنجي سڪيلڌي گهرواري
چوندي آهي ته مان وري ڪهڙي ٻلي ماري. سائين هو
ته وڃي دادا شيام ۽ دادي ليکيءَ جي ٽوليءَ ۾ شام
ٿي آهي. اٿندي وهندي چوندي آهي "سنسار ۾ ڇ
رکيو آهي، ماتا جي موهه ۾ ڦاسڻ کان ته سنسڪار پا
لاڙو رکجي." چوندو آهيانس، پراڻ پياري، "هي سنس
جو انسان پيدا ڪيو آهي، ان جو ڇا ٿيندو."

سو سائين آرتوار ڏينهن جڏهن سڀ هليا ويندا آه
تڏهن مان ڏاڍو اڪيلو ۽ اداس ٿي پوندو آهيا
چوندو آهيان ته مان به وڃي ڪٿش پوريءَ جي سوا
ڪنانند جو چيلو بڻجان يا پرجا پتي برهم ڪمارن ج
سنگهه ۾ داخل ٿيان.

سائين في الحال مان ٽي. وي. وٺي آيو آهيان جڏ

۽ پيو ھوندو آهي. صبح جو پرڀات ڦيريءَ کان وٺي
رات جو سنڌيا تائين چوانس پٽ لڌهنجو پهرا-ون فرض
ڪهر ڏانهن آهي پر سائين هؤ ٻڌي ڪٿي ٿو.

سائين ابو نمبر پٽ وري آچاري رجنيش جو شش
آهي يعني گيڙوءَ رنگا ڪپڙا پائي ۽ رجنيش صاحب جو
ڦوٽو ڳچيءَ ۾ ٽنگي هر آرتوار تي ملهار هل جي ڪنهن
ڪوٺيءَ ۾ ويندو آهي. ماڻ چوانس پٽ گهر گروءَ جو در
نه جواب ڏيندو، ”اهو در لوهان جي حوالي ٿيا ڪري
ويڙن ڇورن ڇڪارن کان سنڀال ڪجو.“

سو سائين منهنجو ٽيون پٽ وري سائين چمپيانند جو
چيچو آهي. هؤ هر آرتوار تي سواميءَ جي هيڊ ڪوارٽر
پوالي ليڪ ۾ مٺو نيڪر ويندو آهي. ڪيس چوان، ”پٽ
تون گهر ۾ ئي ٽلڪ مهراج جو گيتا رهسيه يا سنت
ونوبا ڀاوي جو گيتا پروچن پڙهه.“ پر چوندو، ”دادا، ماڻ
سواميءَ جي سنمک ٿيڻ ٿو وڃان.“

سائين منهنجو چوٿون پٽ وڃي راڌا سوامي ستسنگ
۾ ڦاٿو آهي. چوانس، ”پٽ! نه اهي مهراج نه لوهان ڪي
منجهائي ڇڏيندا.“ نه چوندو، ”دادا، گروءَ بنا گت ٿيڻي
ڪانهي.“ چوانس، ”پٽ، گوتم ٻڌ، مهاوير، مهرشي ديانند
۽ مهاتما گانڌيءَ ڪي ڪهڙا گرو هئا.“ نه چوندو، اهي
پهتل پرش هئا.

سائين منهنجي وري هڪ ڌيءَ وڃي اند پورڻ جي

# گرو

ليکڪ: سروج نارواڻي

سو سائين اڄڪلهه هڪ نئون فئشن نڪري پيو آهي
پڇي ته گروءَ بنا گمت ٿيڻي ناهي! مطلب اهو ته نڪاڻن
۽ ڪنڊن پڌران پنڌن ۽ پاڻارپدارن جي پٺ وٺڻ زوراوري
آهي. اگر توهان کي جنم ۽ مرڻ جي ڦيري مان مڪتي
کپي، موڪش کپي ته توهان کي هن جنم ۾ هڪ گرو
ضرور ڪرڻو آهي. گروءَ بنا توهان کي سرڳ جون اپسرائون
سچائي نه سگهنديون. مان چوندو آهيان ته اگر مون کي
هن جنم ۾ صرف ٻه ٽي اپسرائون ملي وڃن ته مان
گروءَ بنا هي جنم سڦلو ڪري سگهندس. پر سائين جڏهن
اهي اپسرائون مون کي هن جنم ۾ ساٿ ڏين ته!

سو سائين ڳالهه ٿي ڪيم ته مون کي ڪل چار پٽ
ٻه ڌيئر ۽ هڪ زال آهي. اهڙي ساري اٺالي هوندي
مان آرتوار ڏينهن گهر ۾ اڪيلو پيو هوندو آهيان.

سائين ڳالهه هيئن آهي ته منهنجو مرلي پٽ سن
سائين بابا جو پوڄاري آهي. هو هر آرتوار جو ڀڄن ۾






# جڳت جو مالڪ ڪير

١- مندر ۾ واسو هجين، دل ۾ جاڳيو ڪام،
هي ڪنهن تي الزام؟ تو تي يا مون تي؟ ٻڌاءِ.

٢- هي ٻوڏون، ٻرندڙ جبل، ٻاجهون ۽ ٻوڙچال،
موذي مرض اڪال، توکان يا مون کان؟ ٻڌاءِ.

٣- عقل جڏهن توکان مليم، تاهم اُلٽم ٻـر،
چئو، هي ڪنهنجا ڪرم، تنهنجا يا منهنجا؟ ٻڌاءِ.

٤- اوچ، نيچ، لوڪو، ڏکي، اولهه ۽ اُتر،
جڳ جو مالڪ ڪير؟ تون آهين يا مان؟ ٻڌاءِ.

٥- ڪال ڪشش لڳو ۾ وهي، منو جڳت جو موهه،
تنهن ۾ ڪنهنجو ڏوهه؟ تنهنجو يا منهنجو؟ ٻڌاءِ.

٦- اوچ جڳت ۾ آهي، سو جيئي ٿيو حيران،
ڪنهنجو ٿيو نقصان، تنهنجو يا منهنجو؟ ٻڌاءِ.

٧- جڳ جي ليتيءَ جي ٿئي، مون کي ڇو پرواهه؟
ڪير اُنهيءَ جو شاهه؟ تون آهين يا مان؟ ٻڌاءِ.

* هري (دلگير)

مان مهالڪشمي پريس، هيرا بلاڪ ميڪرس ۽ گوپي
پائيمبرس جو بـيحد شڪرگذار آهيان جن ڪور پيج
بائينڊنگ جو ڪم تمام جلد تيار ڪري ڏيـڻ ۾ ساٿ
سهڪار ڏنو.

انهن سڀني واپارين، گهڻگهرن ۽ شري سيٺ ڳچند چاو
(ڪماڻي آئل مل) جو بيحد شڪرگذار آهيان جن وقت
وقت اسانجي ڪارنه ۾ دلچسپي وٺي پنهنجي درياه دلي
مان اسانکي اڳتي وڌڻ ۾ همٿايو آهي.

مان شري وانڌوام، صاحبراه دولترائي، ارجن ملڪاڻي
لعل پنجواڻي ۽ پنهن سڀني ڪاروباري ڪاميٽي ميمبر
جو بيحد شڪرگذار آهيان جن سڀا جي ڪمن ۾ وقت
۽ وقت ساٿ ۽ سهڪار ڏيئي همٿ افزائي ڪئي آهي

پڇاڙيءَ جو مان شري لعل پنجواڻي "مجرم" جـ
نهايت شڪرگذار آهيان جنهن لائين ڊائريءَ جي باوجو
۽ وقت ڪڍي پنهنجي ساهتڪ آزمودي جو فائدو پهچائ
هلچل کـي ئين ڪدوار واڱر سنڀالي اوهـان اڳيا
پيش ڪئي.

عرض: سڀني سنڌي رهاڪو ملازم پاڻن ۽ پنهن ک
عرض آهي ته سڀا جا ميمبر ٿي سنڌي ٻولي ۽ ساهت
کي قائم رکڻ ۾ مدد ڪندا.

**حشو ڀارواڻي**

**سيڪريٽري**

تاريخ ١١ جون ١٩٧٩ع

١١/٧١٢، الهاسنگر-

جو اُتساهه وڌايو. هنجي خوشي پنهنجي خوشي سمجهي اسان ڪجهه وڌيڪ قدم اڳتي وڌايو. تاريخ 11 مارچ 1979 امبر سئنيما الهندري ۾ فلم "ليري پيار ڀر" جو فري فلم شو رکيو ويو جو سڀ جي ميمبرن کي مفت ڏيکاريو ويو.

مان سڀ ڀاران شري جي. ايل. رهيجا (رهيجا پکچرس) جو تهدل شڪرگذار آهيان جنهن صاحب اسانکي نه صرف سئنيما هال مفت وٺي ڏنو مگر فلم پڻ مفت وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. هن ڪاري لاءِ شري واسديو نوپل پڻ جس لهڻو.

هـر سال جيان هن سال پڻ هلچل جي اجوڪي مهورتي اُتسو جي موقعي تي اسان وري ٻه شري ايس. پي. منگهاڻيءَ جو بلڪل نئون مذاقيه ناٽڪ "هيءَ ٻه هوءِ" رکيو. اميد ته سڀني کي ڪافي پسند پيو هوندو. اڳئين سال پڻ مذاقيه سنڌي ناٽڪ "چورا اڳيان پوڙها پنهان" ڏيکاريو هئوسين.

شڪرگذاري: مان انهن سڀني معزز مهمانن ۽ عترن جو تهدل شڪرگذار آهيان جن پنهنجو قيمتي وقت سجائي اسانجي هن اُتسو ۾ شرڪت ڪري شوڀا وڌائي آهي.

انهن سڀني ساهتڪار دوستن جو شڪرگذار آهيان جن پنهنجون رچنائون موڪلي "هلچل" جو شان وڌايو آهي.

مان شري ايشورداس راجو پرنٽرس جــو شڪرگذار جنهن وقت سر اسانکي ڇپائيءَ جــو ڪم پورو ڪري سگهڻ پوري وقت تي شايع ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

جنهن تندرستي ٺيڪ نه رهڻ ڪري ڊاڪٽرن جي صلاح سان ڪجهه آرام ڪرڻ جي چاهنا ڏيکاري. سيڪريٽريءَ جو پد سنڀالڻ لاءِ اُلٽ ڪجهه هچڪ محسوس ٿي مگر ملڪاڻيءَ جي رهنمائي ۽ ٻين دوستن جي ساٿ ۽ سهڪار جا واعدا ملندي انڪار ڪرڻ لاءِ باقي ڪجهه سبب ئي نه رهيو.

اڄ ”هلچل“ مخزن توهان جي هٿن تائين پهچائيندي ڪافي خوشي ٿي اٿم. اڳئين سال هندستان ۾ ٿيل سنڌي ڌرمشالائن جا تفصيل ڏنا هئاسين جي نه صرف رهاڪي واڙن لاءِ پر ٻين لاءِ پڻ ڪافي ڪارگر ثابت ٿيا هئا. هن سال پڻ اسان سنڌي داتارن ٽرسٽن جا تفصيل، گونگن ٻوڙن جا اسڪول، ائمبولنس جون سهوليتون ۽ ساهه جي بيماريءَ جون اسپتالون ۽ انهن سان لاڳو ٻيا تفصيل ڏيون ٿا جي اميد ته توهان لاءِ ڪافي ڪارگر ثابت ٿيندا. هن ڪار ۾ اسانکي شري گوپالداس جيٺراڻ ڪافي مدد ڪئي جنهن لاءِ مان سڀني پاران سندس شڪرگذار آهيان.

اڳئين سال جي ڀيٽ ۾ هن سال ممبرن ۾ اتساهه وڌيل ڏسڻ ۾ آيو. ممبرن جي هن ساٿ ۽ سهڪار سان ئي اسان اڳتي وڌي رهيا آهيون. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ممبرن کي سڀ کان پهرين نئين سال جو ڪئلينڊر مفت سوکڙي ڪري ڏئي سگهياسين. ممبرن

# سيڪريٽري جي رپورٽ



(ڌشو ٻاروائي)

سنڌي سڀا جي خاص ڪارڪن ڪرڻ جي لسٽ ۾ مان ڪيئن شمار نيس اهو به هڪ عجيب اتفاق آهي. شروعاتي دور ۾ ٻولس جي ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ ۽ پروف جاچڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ مونکي آڏدو ويو. مگر ڌيري ڌيري سمپادڪ جو ڪارڻ مونجي ڪلهن تي رکيو ويو.

ٻه سال "هلچل" مئزن جو سمپادڪ ٿي رهيس ۽ ڪافي آزمودو پرايم. شروعات ۾ "هلچل" هڪ ڪمزور ڪنوار جيئن لوهان اگيان ايندي هئي مگر پنهنجي ٻن سالن جي عرصي ۾ سون لوهانڪي لاڙي لوانئي ۽ گلهي ستاري رنگين مزاج واري هلچل هئڻ ۾ ڏني.

ٻن سالن جو آزمودو ڌيان ۾ رکندي سڀا جي ممبرن هن سال ٻڪراءِ سيڪريٽري چونڊيو جنهن ۾ خاص هٿ هو اسانجي اڳين سيڪريٽري شري ارجن ملڪاڻيءَ جو

سمجهندا آهيون. ڏنوي خزانو مليو ته ڇا ٿيو؟ جنهن قوم
کي ٻولي ۽ ساهتيہ ڪونهي اها قوم ٻڏي آهي. اوهان
کي عرض آهي تہ ـــ سنڌي ساهتيہ پاڻ پڙهو ۽ ٻين کي
پڙهايو. هلچل اوهان کي مفت ۾ ڏيئي رهيا آهيون پر
ان ڇپائڻ ڪيترا سؤ سنا هونداسين اُن جو خود انداز
لڳايو تہ بهتر. شاباس هجي راجو پرنٽس جي مالڪ شري
ايشورداس جادوانيءَ کي جنهن اڄ اڄ واسطه ٽائيپ پرنٽس
ڪولي ۽ گهٽن وقتن ۾ پاڻ ئي خود ڪمپازيٽر جي جڳهه
وٺي هلچل پوري ڪيائين. ساگر ۾ ٽُٻيون ڏيئي هير
موٽي ڳولهي "هلچل" کي نئين ڏلهن وانگر سجائي اوهان
کـــي سونپي رهيو آهيان. هني مون (Honey Moon)
ملهائي هيٺئين اڳيرس تـــي خبر ڏيندا تـــ ڪيرا
"مڙهوئي پسند" پيئي کين "ڏاڍي پسند."

اوهان جو پيارو مان
لعل پنجواڻي "مجرم"
سمپادڪ
٥-٦-١٩٧٩ع

Adress :
flat 26, "Amar Jiwan"
Near Police Station
Bandra, Bombay 400050

Printed by Ishwardas V. Jadwani at Raju Priters, Station Road, Ulhasnagar-3.

Publish by Hashu Parwani Hon. Secretary, Sindhi Sabha Western Railway Bombay. Block No. 712/11 Hospital Area, Ulhasnagar-3.

ڪوشش ڪري رهيو آهي ته اديبن کي وجهه ڏئو آئـڻ ۽ جلوو ڏيکارين. ٻاهرين اديبن جي مان ڪهڙن لفظن سان شڪرادائي ڪريان؟ هنن جي قرض ڪـان اسانجو ڪنڌ هميشه جهڪيل هونـدو. شاباس آهي ڪين جـو پنهنجو وقت ڏيئي هلچل کـي سينگـارڻ ۾ مدد ڪئي. هڪ افسوس ضرور آهـي. اسان سنڌي پنهنجي ڪلاڪارن، ساهتيڪارن کي اهـا عزت ۽ حوصلي افزائي نٿا ڏيون، جن جي لاءِ هو سچ پچ لائـق آهن. اهو اسين پنهنجي پنهنجي وولڪ کان پڇون. هنن اسان کي ڪون ڪيڏي ساهتيه جو خزانو ڏنو آهي ۽ موٽ ۾ اسان ڪين ڇا ڏنو؟ سائين ڪشنچند "بيوس"، پرسرام "ضيا" ۽ سڄڻ آهوجا ڪيئن غربت ۾ هليا ويا. اهو ياد ڪري اکين ۾ آنسون پرجي ايندا آهن. اهڙن حالتن هيٺ اسان جـا ڪيئي ساهتيڪار ۽ ڪلاڪار گذريا هوندا. ڪنهن جـا نالا لکي ڪنهنجا لکان. اگـر اهي ساهتيڪار ٻين قومن ۾ پيدا ٿين ها ته ڪين شايد شيڪسپيئر ۽ شيلي جي جڳهه ملي ها. پر افسوس! اسان ڪين هوند مان به ڪجهه نـه ڏنو پر هنن مجبورن اسان کي اهو ساهتڪ خزانو ڏنو جيڪو خرچيندي به نه کٽندو. هـو فقيرن هوندي به شاهه هئا ۽ اسان شاهه هوندي به فقير! الا ڪيڏو نه فرق؟

اسين سنڌي سيٺي ٻولين جا ڪتاب ۽ مئگزينون خريد ڪنداسين، پر سنڌي ساهتيه خريد ڪرڻ شايـد گهٽتائي

خيال نہ ڪرڻون ڳالهيون هلاءِ هلچل نانءِ لي نڪرندي. پر هوءَ بہ عادت کان مجبور اصل ٻاهه ٻاري ڏنائين. لاچار مون باندرا لوڪل ٽي پڪڙڻ ڇڏي ڏني ۽ ورار (Virar) ڏهل فاسٽ لوڪل ٽي پڪڙڻ لڳس جتان مهھر پر نہ ملاقات ٿئي ۽ جهيڙو ڏيکاري!

اسانجي خزانچي ناڪر لعلواڻي ۽ جي ڳالهہ ئي نرالي. جڏهين بہ پڙي، بلاڪن ۽ پرس وغيرہ لاءِ پئسا گهران تہ هڪيا لڪيا ليار. ڪڏهين نہ مٺهن گهٽجاپائين. لعلواڻي ڪئش آفيس (Cash Office) ۾ ڪم ڪندو آهي. شڪ پيو. آخر هڪ ڏينهن ڪيس ٻاسيرو وٺي چيم، "لعلواڻي دوست سچ پڌاءِ پئسا ڪٿان ٿو آڻين؟ سيا جا پئسا آهن ڪين ولين ٿو رهلوي جي خزاني کي گهوڙو ڏيندو؟ لعلواڻي مشڪي جواب ڏنو "علاوالدين جو چراغ هٿ لڳو آهي." مٺڪڻون مسعد ڪيج ۽ پئسن جي پرواہ نہ ڪج."

سيا جي نوڪرين (ڪاروبار ڪمپني) جي ڪيا ٻات! اصل جنسي لکن الن. هرڪنهن آفيس مان سنڌي ممبر آئين ڳولهي ڪڍيائون جنهن آئي مان وار. شهاڻي، دولتاڻي، سورجاڻي، آسوداڻي، ماکيجاڻي، موٽواڻي، گرمکه ڪوپي، رام، دوداڻي، بجلاڻي، وچاڻي، شرڻتي واسواڻي ۽ شوپيا مالهي اصل پساڻ ماري هڇا ڪئي. اڄ هنن ممبرن جي ڪوشش سان ئي هلچل اوهان جي هٿن ۾ آهي.

ته اوڏي مهل مونکي سڏ ڪندين؟ مشڪي ڪٽي ماٺ ڪيائين. بس اُن ڏينهن کان حشوه جو هل ئي بند ٿي ويو.

هوڏانهن وري اسانجي ملڪاڻيءَ کي بلڊ پريشر جي شڪايت هئي ۽ وٽس جو ڪم وڌي ويس سمجهه ۾ نه ويو ڪم ڪان. ڏسان پيو ته هيءَ دوست دوا ۽ گوريون وٺي پيان پيو ڪم ڪري حيران ٿي ويس. آخر هڪ ڏينهن پڇيومانس "ملڪاڻي تنهنجي بلڊ پريشر جو ڪهڙو حال آهي؟" ملڪاڻيءَ مشڪي ورائيو "ٻار سيا جي ڪم جو پريشر (Work Pressure) ايترو آهي جو بلڊ پريشر (Blood Pressure) جو پتو ئي ڪو نه پوي. واه ڀڳوان هيءَ ته اصل قدرتي علاج (Nature Cure) ٿيو.

اسان جي پرنسپال صاحب جيئانند "ٽاٽ" جي ته ڳالهه ئي نه پڇو. هلچل ڪيڻ لاءِ ايترو جنون اٿس جو نه ڏسي مينهن، نه ريلوي پليٽفارم! ولي رڳو ساوون جهنڊيون (Green Signal) ڏيکاريندو ته ڪڏهن ٿي هلچل شايع ٿئي؟ ڀلا ٿوجو گارڊ (Guard) ته جهنڊيون نه ڏيکاريندو ته ڇا ڏنڊيون ڏيکاريندو؟ ڇو ته منهنجي آفيس جو ٽائيم به اُهو ۽ ٽاٽ جي باندرا لوڪل ڪٽڻ جو ٽائيم ساڳيو. بس پريان ئي رڙ ڪري جهنڊي ڏيکاريندي چوندو "لعل گهڻا پيج ڇپيا آهن ۽ مٽر ٺيڪ آهي وغيره وغيره. هوڏانهن ڊرائيور وٽي پمپ (Horn) وڄائي ٻاڪاريندو ۽ هيءُ مڙس هلچل جي احوال ۾ پورو. ڪيس چوندو هوس

وٽن جي انجيڪشن جو ڪم ڪيائون. ڪجهه وقت
کان پوءِ حشوءَ جي فونس (Phones) ٻاهه ٻاري ڏني. رو
وڏائون ڪري چوي "پنجواٽي ٻار روز پريس پروف ڏسڻ سڀ
گهر ڌڻي سان ٿو پڇان ۽ جوءِ جون ڌيئون ۽ ڌڙڪا ٿـ
ڪاٺا پون. ڪيس آئت ڏيئي چوندو هوس، ٻار موڙ ماٺ
ٿي ڪري زال کان ٿو ڏڇين ۽ بهادر واڻيا پرلاب
شواجيءَ کي لڄائين؟ حشو منهن پيلو ڪري جواب ڏيند
هو "مان ٻه مان آهيان پر منهنجي زال ڪا مهاراڻ
جهانسيءَ جي واڃهي خاندان مان آهي منهنجي ته دا
ٺٽي ڳري." ڪم زور شور سان هلڻ لڳو. هڪ ڏينهن
منهن ڦلڙو ڪري چيائين "لعل هيئر ڌڙڪا ۽ ڌيئون ٻ
آهن" ٻڌي دلجاءِ ٿي ۽ ترت جواب ڏنو مانس آهر
شيرن جي اولاد آهين! حشو اِئين ڪٿي جنهن پت
منهن ڦولارينڌي چيائين، پريس مان ڌڻي سان موٽڻ سم
"ڌيون ڌڙڪا ٿـ برابر بند آهن، پر هيئر نوبت وڃ
هتين پڄي پيئي آهي موچڙا کائي ڏس نه بخبر پوائي.
ٻڌي نه مان ٻ ٿڌو ٿي ويس پر موقعو گهبرائڻ جو نه هي
اُڪرڻ بر مٿو وڌو آهي ته مهرڻ ٻڙ ڪين ڏجو! ه
همڪاٽي ڪندي چيومانس "حشو مان خوشيءَ سان پا
جا تو سان گڏ اڌ موچڙا کائڻ لاءِ تيار آهيان ۽ ر ه
شرط لي!" جڏهن اسانجي هلچل تيار ٿـي پائيءَ ج
هتن ٽائين پهچندي ۽ جوٽي لوڪي پيار مان پاڪرون پا

# سمپادڪ جون سوسڙيون



( لعل پنجواڻي )

مولڪي هلچل جي سمپادڪي
ڪائين هٿ لڳي جڏهن مهاراشٽرا
جي لاٽري! ٻنهي ۾ فرق
صرف هڪ. لاٽريءَ ۾ خوشي
۽ ڏوڪڙ ملندا آهن پر
سمپادڪيءَ ۾ ڏوڪڙ ڏيڻا
پوندا آهن ۽ وياج ۾ مٿي جو
سور. سڀا جي ميٽنگ ۾ واس
چونڊ اُن ڏينهن ڪي چونڊون
ورڪيل هئون. ٻس ٻارن ضد ٻڌو
ته مان ايڊيٽر ٿيان. گهڻو ئي ٻاڪارام ڪـ ٻيلي ڏاڍا ٿيو.
لائين سٽاف (Line Staff) ۽ ٻاهران ڏيڻن سڀ وقت
ته ملندو پر مهنجي هڪ به نه هلي. هلچل سان ٻـاونهن
سالن جو خون جو رشتو هيو. تاهم ٿورو ڪم گهڻو. سنڌي
ڇپائيءَ لاءِ پريس ڪليانڻ ڪئمپ ۾ مقرر ڪيائون. پس
انهن ته هٿي مهنجو پلب پبلشر وڌائي ڇڏيو. روز ڪليانڻ
وڃڻ ممڪن نـه هو. آخر حشو کي مسڪا (Musca)
هڻي پروف جاچڻ لاءِ راضي ڪيم. شاباس هجي سائين
جيٺانند "لـاب"، حشو پارواڻي ۽ ارجن ملڪاڻيءَ کي
جـن جـي سات مهنجو ساهس پڪو ڪري ڇڏيو اصل

# سمپادڪ جون سوسڙيون



مونکي هلچل جي سمپادڪي
ائين هٿ لڳي جڻ مهاراشٽرا
جي لاٽري! ٻنهي ۾ فرق
صرف هڪ. لاٽريءَ ۾ خوشي
۽ ڏوڪڙ ملندا آهن پر
سمپادڪيءَ ۾ ڏوڪڙ ڏيڻا
پوندا آهن ۽ وياج ۾ مٿي جو
سور. سڀا جي ميٽنگ ۾ واس
چونه اُن ڏينهن کي چوندون
ڪيل هيون. بس ٻارن ضد ٻڌو

(لعل پنجواڻي)

ته مان ايڊيٽر ٿيان. گهڻوئي ٻاڪارم ته ٻيلي ڏاها ٿيو.
لائين سٽاف (Line Staff) ۽ ٻاهرين ٻئون سڀ وقت
ملندو پر مهنجي هڪ به نه هلي. هلچل سان ٻاوهن
سالن جو خون جو رشتو هيو. ٽائيم ٿورو ڪم گهڻو. سنڌي
ڇپائيءَ لاءِ پريس ڪلياڻ ڪئمپ ۾ مقرر ڪيائون. بس
ڏهن ته هٽي مهنجو بلب پريشر وڌائي ڇڏيو. روز ڪلياڻ
وڃڻ ممڪن نه هو. آخر حشوءَ کي مسڪا (Musca)
هٽي پروف جاچڻ لاءِ راضي ڪيم. شاباس هجي سائين
جيناند "لاب"، حشو پارواڻي ۽ ارجن ملڪاڻيءَ کي
جن جي سات مهنجو ساهس ٻٽو ڪري ڇڏيو اصل




# فهرست

## سنڌي سڀا، ويسٽرن ريلوي - بمبئي

# سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي جا رهبر

| | |
|---|---|
| پريزيڊنٽ | چيتنانند ٺٽومل "لاب" |
| سيڪريٽري | هشو ڀاروائي |
| ڪلچرل سيڪريٽري | ارجن ملڪاڻي |
| جائنٽ سيڪريٽري | صاحبراءِ دولتاڻي |
| " " | واڌورام سوجاڻي |
| خزانچي | ٺاڪر لالواڻي |
| سمپادڪ | لعل پڄواڻي "مجرم" |

## ڪاروباري ڪاميٽي

| | |
|---|---|
| ڪي. ٽي. شهاڻي | پي. آر. ماکيجاڻي |
| ٽي. وي. موٽواڻي | رام ڀاٽيا |
| گرمک. موٽواڻي | ڪي. ٽي. دودداڻي |
| گوپي ڀاٽيا | ارجن آسوداڻي |
| يوجراج وچاڻي | پون ڪمار. بجلاڻي |
| موهن ايس. لالواڻي | ڪماري شوڀا مالهي |
| لعل پڄواڻي "مجرم" | شريمتي ايل. ايس. واسواڻي |

## سمپادڪ منڊل

چيتنانند ٺٽومل "لاب"     هشو ڀاروائي

لعل پڄواڻي "مجرم"

# هلچل

## سنڌي سڀا، ويسٽرن ريلوي

## بمبئي



ڊهين سک پري سوڪڙي

سال ١٩٧٩




سيڪريٽري:
ڏشو ٻارواڻي

سمپادڪ:
لعل پنجواڻي "مجرم"

MINISTER FOR
URBAN DEVELOPMENT, BOMBAY
METROPOLITAN REGION
DEVELOPMENT AUTHORITY
GOVERNMENT OF MAHARASHTRA




Mantralaya, Bombay 400 032

Dt. 1st. June 1979

I am extremy happy to learn that the mem. bers of Sindhi Sabha Western Railway, Bombay, is organising formal opening ceremoney of their literary magazine 'HALCHAL' on 11th June 1979.

Eminent educationists and prominent in different fields have appreciated the useful activities and work of the institute and literary magazine' Halchal'.



Shri Hashu Advani

It is commendable that your Institution has been putting its efforts in the benevolent cause of the education and cultural developments for quite a long time.

I wish the function and the magazine, all success.

S/d. Hashu Advani

Secretary
Sindhi Sabha (Western Railway),
Bombay– 400 020.

With Best
Compliments
From



# *Deepesh Engineering Works*

Jolly Bhavan No. 2,
New Marine Lines,
BOMBAY-400 020.

---



WITH BEST
COMPLIMENTS
FROM

# Unique Agencies

5th floor, Apeejay House,
130, Bombay Samachar Marg,
BOMBAY- 400 023

# سنڌ جو سنيهو



هلچل جي هلچل جاري رهي. سنڌي هلچل هلائي آئو. سنڌيت کي زنده رکڻ جي قابلِ داد ڪوشش پيا ڪريو. اڳيان ٻه پرچا پڙهيا اٿم. محنت لاءِ ڌنيواد. هڪ آئون ته هيءُ پرچو اڳين کان اڳرو ڪريندو. جيڪي سنڌيت سان رکن پيار ان لاءِ منهنجي جان ٻه نثار. هلندا هلو، وڌندا رهو. منهنجي پـاران مبارڪون ۽ شڀ اڇائون. جهولي لعل ٻيڙا پـار.

بمبئي
٥-٦-١٩٧٩ع

ڀاوَن مان
ساڳئي پنڌ جو پانڌيئڙو
(رام پنجواڈي)

## واڌايون

اسان جي هيٺين ساٿين کي واڌايون ڏهلوي اختيارن
وارن سنڌن کر جي قدرشناسي ڪري ٻين هڪ سؤ روپيه
روڪ ۽ ميرٽ Merit سرٽيفڪيٽ ڏنا آهن. سنڌي سپاطوڻان
ڪيس واڌايون

(۱) شري لعل ڀڄواڻي "مجرم"
(۲) ارجن ملڪاڻي.
(۳) صاحبراه دولتاڻي
(۴) ڪشن شهاڻي

اسان جا ساٿي ڪامرشل برانچ وشني گرناڻي

# جهوليلال ڀيڙائي پار



شري وشن سدارنگاڻي سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي جي سالياني "هلچل" مخزن جي واڌاري لاءِ ڀلو ڀانئي جهوليلال کان آسيس وٺي رهيو آهي. ڀرسان شري اَرجن ملڪاڻي ڪلچرل سيڪريٽري ١٩٥٤ع جي هٿن سان لکيل "هلچل" مخزن جهلي ويٺو آهي.



Thakur Lalwani
Treasurer



Shobha Malhi
Member



Gopi Bhatia
Member



Sahibrai Doultani
Member

# Managing Committee (1979)



Smt. L. S Vaswani
(Member)



Shri Mohan Lalwani
(Member)



Shri Wadhuram Surjani
(Jt. Secretary)



Shri T. V. Motwani
(Member)

# Managing Committee (1979)



Sh'i Bhojraj Vachhani
(Member)



Shri Pawankumar Bijlani
(Member)



Shri Bhagwan Makhijani
(Member)



Shri Gurmukh Motwani
(Member)

# Jewels of Western Railway Sindhi Sabha (1979)



Jethanand 'TAAB"
President



Hashu Parwani
Secretary



Lal Panjwani 'MUJRIM"
Editor



Arjan Malkani
Cultural Secretary



Kishin Shahani (Member)



Ram Bhatia (Member)

On the occassion of innauguration of "HALCHAL" last year



ri Hotchand Advani inaugurating the Sabha Magazine ALCHAL' last year. Other are seen Shri Sabhagchand hawla, Jethanand 'TAAB'.Arjan Malkani, Gopi Bhatia and Arjan Assudaney.

# آيو لعل جهولي لعل



مـڱـر پنهنجيءَ ساٿ سڀ کـي ڪري ٿو دولھ مالا مال،
"مجرم" ڪري ٿو ساٿو سڀ کــي سائين جهولي لعل !!

لعل "مجرم"

كنفيڪشنريءَ ۾ مشهور

ميڪسانا پراڊڪٽس

Phone:2012

# MEKSANA PRODUCTS

Shop No. 288, Near Union Bank,
Shiv Road, ULHASNAGAR-421001

جتي ٺوهاڪي شڪ ڪرڪ - گلوڪوس - ڪير ۽ ڪاڙن مڙون
جي رس مان تيار ڪيل ”ڪنفيڪس مٺائون“ ملي
سگهنديون. هڪ دفعو ڪاڻي پاڻ اِنصاف ڪريو.
هرهڪ دڪان تان گهري وٺو -
ٺڪانو : ميڪسانا پراڊڪٽس شاپ نمبر ٢٨٨
يونين بئنڪ جي ڀرسان شو روڊ، الهاسنگر-١.

---

*With Best Compliments From:*

# EUREKA MASTIC & ALLIED PRODUCTS PRIVATE LTD.

461, Dr. Dada Saheb Bhadkamkar Marg.
( Near Royal Opera House )
BOMBAY 400 004.
Telephone: 354275 & 367558 Telegram: 'BITUMASTIC'
Telex : 011 566

*Specialist in :*

HEAVY DUTY AND ACID/ALKALI RESISTING BITUMEN MASTIC AND OTHER BITUMEN PRODUCTS.

